

خليل جبران

# ڏوهاري

سنڌيڪار

يوسف سنڌي

Roshni Book No. 165

ڪتاب جو نالو: ڏوهاري
مترجم: يوسف سنڌي

ڇاپو پهريون: © روشني 2000ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

قيمت: 25.00 رپيا

# DOHARI
(Short Stories)

Translated by: **Yousif Sindhi**
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer, Hyderabad
Printed by: Fine Communication Hyderabad.
Published by: Roshni Publication Kandiaro

3rd Edition © Roshni 2000

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال - پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
استاد ڪتاب گهر - سوڪ سينٽر، خيرپور ميرس

انتساب

پنهنجي دوست

**محمد انور بلوچ**

جي نالي

**يوسف سنڌي**

# فهرست

# هڪ خط

[ناميارين دانشور جناب جي- ايم- سيد جي، يوسف سنڌي ڏانهن انگريزيءَ ۾ لکيل خط جو ترجمو، جيڪو اڄ جي هر سنڌي نوجوان ڏانهن سنهيو آهي.]

محترم يوسف سنڌي صاحب-

تنهنجي چاچي عبدالغفور آلستيءَ کان معلوم ٿيو ته توکي لکڻ ۽ ڪتابن ڇپرائڻ جو شوق آهي. جيڪو توهان طرفان مون کي ڏنل ٻن ڪتابن مان ظاهر آهي، آئون انهيءَ تي تمام گهڻو خوش ٿيو آهيان. ڪاش! توهان سان اڳ ۾ ملاقات ٿئي ها.

مون کي توهان جهڙائي ماڻهو ئي سنڌ جي اميد ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ”اونداهيءَ تي ڦٽڪار وجهڻ کان بهتر آهي ته ڪا شمع روشن ڪجي.“

ڊاڪٽر ذاڪر حسين، جامع مليه اسلاميه وارو اڪثر چوندو هو ”سياست، شدت چاهتي هي، تعليم مدت چاهتي هي.“

فڪري دولت ئي فقط مادي دولت پيدا ڪري سگهي ٿي، دولت جي اربين ۽ ڪربين روپين جهڙوڪ: بجلي جي قوت جو مدار ڇا تي آهي؟ ڇا انهيءَ جو مدار ڪجهه سادن ۽ سولن سمجهه ۾ ايندڙ بجلي ۽ مقناطيس جي اصولن تي نه آهي؟ ٻار اهي اصول سمجهي سگهن ٿا. ٿورو ڌيان سان ڏسو ته انهن اصولن جي ڄاڻ کان اڳ ۾ دنيا ڇا هئي ۽ اڄ انهن جي ڪري دنيا ڇا آهي.

اربين ۽ ڪربين روپين جي دولت جهڙي ڄاڻ سنڌي ٻوليءَ کان

علاوه ڪتابن ۾ موجود آهي، جيڪو ماڻهو انهن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ٿو، سو سنڌ جي عظيم خدمت ڪري ٿو، ماڻهو پنهنجي مادري زبان ۾ ئي ڳالهه کي بهتر نموني سمجهي سگهي ٿو.

اها قدرتي ڳالهه آهي. اهوئي سبب آهي جو عظيم مرزا قليچ بيگ، شڪسپيئر، ملٽن، شيلي، ڪيٽس، ورڊس ورٿ ۽ ٽينيسن جا شاهڪار توهان لاءِ ترجمو ڪيا. انهيءَ ڪري ئي جديد فڪر ۾، سنڌي ٻولي، اردو ۽ ننڍي کنڊ جي ٻين ڪيترين ئي ٻولين کان ڪافي اڳتي آهي. انهن ٻولين کي پنهنجو ڪوبه قليچ بيگ نه مليو، پر توهان وٽ آهي. جيڪو به ماڻهو سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪا شئي ترجمو ڪري ٿو، سو قليچ بيگ جي دانشوراڻي ڪٽنب جو ڀاتي آهي، جيڪو ليکڪ به هو ۽ مترجم به- اها ڪيڏي نه فخر ۽ شان جي ڳالهه آهي.

مسٽر يوسف سنڌي! تنهنجي مدد ۽ تنهنجي اتساهه سان سنڌ جي هر ڳوٺ ۽ شهر ۾ ”مرزا قليچ بيگ فڪري ۽ ثقافتي انسٽيٽيوٽ“ جي شاخ قائم ٿي سگهي ٿي. ڪابه ڳڻتي نه ڪر، پوءِ ڪٿي اها شاخ ننڍڙي ئي ڇو نه هجي. پنهنجي چوڌاري هم خيال ماڻهو جمع ڪر- هڪ ئي سهي، ان سان آغاز ڪر- ”جهان دو بوتلين رکهدين، وهين مئخانه هوتا هي.“

سنڌ کي، تو جهڙن شيداين، آدرش وادين، مجنون ۽ فرهادن جي ضرورت آهي.

جيڪڏهن تون پرڏيهه ويندين ته ڏسندين ته تمام طاقتور ملڪن جي تعمير آدرشي انسانن جي طفيل ئي ٿي آهي.

جيڪڏهن تون عظيم جرمن يونيورسٽيون ڏسندين ته حيرت ۾ پئجي ويندين- صنعت ۽ سائنس جا عظيم پروفيسر توکي سائيڪلن تي سواري ڪندي نظر ايندا. سندن جذبو، سندن سرمستي، سندن لڳاءُ ۽ سندن عبادت، جرمنيءَ لاءِ ئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو آئون انهن ماڻهن کي احمق سڏيندو آهيان، جيڪي

سمجهن ٿا تہ يورپ ۽ آمريڪا جي تهذيب ماديت پسند آهي.

پري، پري، پري... انهن ڪان پري ٻيچ!

اها محبت، محبت، محبت ۽ محبت تي اڏيل آهي.

ڪهڙي محبت!؟

چڱو ٻڌ!

چاڻ سان محبت... اڻ ڪٿندڙ تجربن سان محبت، جنهن جو ڪوبہ ڇيهہ نہ آهي.

وطن جي محبت... يعني وطن ڪي سونهن بخشڻ جي محبت.

سچائيءَ سان محبت... هر حال ۾ سچائيءَ جي تلاش- ٻارن ڪي ڪي بہ ڪوڙ نہ سيڪارڻ.

سونهن سان محبت... يعني راڳ، ناچ، سنگيت، مصوري، مجسمہ سازي، شاعري، ناٽڪ، عمارت سازي ۽ غريب ترين ماڻهن ۾ موجود سونهن سان محبت.

مهارت سان محبت، جنهن جو مظاهرو هو فقط راندين ۾ نہ پر هر شئي ۾ ڪن ٿا.

خود زندگيءَ سان محبت- جنهن جو اظهار فرد جي آزادي ۽ سرهائي جي صورت ۾ ڪن ٿا.

هاڻي توهان ڏسندا تہ اهي سڀ محبتون روحاني معاملا آهن. انهن ۾ ڪهڙي ماده پرستي آهي؟ ٻڌاءِ مون ڪي، مسٽر يوسف ٻڌاءِ مون ڪي! ڪابہ نہ- جيئن تون خود ڏسندين، جيترا بہ دفعا تون اتي ويندين. اهو ساڳيو ئي چاڻ وارو موهہ توهان ۾ بہ موجود آهي. دنيا جي وڏي ۾ وڏي شئي جيڪا تون هت درتيءَ تي ڪري سگهين تہ هر خيال ماڻهن ڪي مڪمل برابري. جي بنياد تي. ڪٿي اهي اڻ ٻڙهيل ئي جو نہ هجن، ڇاڪاڻ تہ انهن ڪي بہ ساڳيائي انساني دماغ آهن. گڏ ڪري سگهين ٿو. انهيءَ ڪار پوءِ ئي تنهنجي ڪم جي پڇاڻي ٿيندي. نورو غور ڪري ڏس. جيڪڏهن هتي مرزا قليچ

بيگ هجن ها تہ سنڌ اچ چا هجي ها. پر تون شروعات ڪري سگهين ٿو. تون هڪ اڳ ۾ ئي موجود آهين. تون انهن کي جرمني، انگلينڊ ۽ ٻين ترقي يافتہ ملڪن ۾ بہ ڏسندين.

”سمجهہ تہ تون خود قليچ بيگ آهين.“

اهي ملڪ چاڻ جي هر شعبي ۾ قليچ بيگن سان ڀريا پيا آهن. انهن کي هٽائي ڇڏيندين تہ سيئي ملڪ وري وحشي دور ڏانهن موٽي ويندا.

خلوص ۽ پيار سان تنهنجو

**جي- ايم- مهڪري**

10-7-87

# ڏوهاري

هڪ نوجوان رستي تي ويٺو پني رهيو هو. ٽلهو، متارو نوجوان، جنهن کي بک بي جان ڪري ڇڏيو هو. هو رستي جي موڙ وٽان ايندڙ ويندڙ جي سامهون هٿ ڦهلائي ويٺو هو ۽ منٿون ڪندو خيرات لاءِ سوال ڪندو، پنهنجي ذلت ۽ بدبختيءَ جي ڪهاڻي دهرائي رهيو هو. بک جي تڪليف جو دکڙو روئي رهيو هو.

رات پنهنجا خيما کوڙيا. نوجوان جا چپ سڪي ٺوٺ ٿي ويا ۽ زبان زخمجي پيس، پر هٿ پيٽ جيان خالي رهيس.

هو اٿيو ۽ شهر کان ٻاهر نڪري ويو. اتي وڻن جي جهُنڊ ۾ ويهي سڏڪا ڀري روئڻ لڳو. تنهن کان پوءِ هن پنهنجون اکيون آسمان طرف ڪنيون، جن تي لڙڪن جو پردو پيل هو ۽ بک سندس دل ڪرچي رهي هئي. هن چيو:

”پالڻهار! مان سيٺ وٽ ڪم جي ڳولا ۾ ويس، هن منهنجي بدن تي مٽي لڳل ڏسي مون کي ٻاهر ڪڍرائي ڇڏيو. مون اسڪول جو دروازو ڪڙڪايو، پر هٿين خالي هئڻ سبب اندر گهڙڻ نه ڏنائون. مون فقط ٽن وقتن جي ماني تي نوڪري ڪرڻ چاهي، پر منهنجي بدقسمتي، جو ان کان به محروم رهيس. پوءِ مجبور ٿي پنڻ جي ڪوشش ڪيم، پر منهنجا رب! تنهنجن بندن مون طرف ڏٺو ۽ اهو چئي اڳيان وڌي ويا ته ”هن ٽلهي متاري، هڏ حرام کي خيرات ڏيڻ جائز ڪونهي.“

”پالڻهار! منهنجي ماءُ مون کي تنهنجي حڪم سان جنميو ۽ هاڻي تنهنجي وجود جي آڌار تي جيئرو آهيان! پوءِ ماڻهو مون کي

مانيءَ جو ڳيو ڇو ڪونہ ٿا ڏين؟ جڏھن تہ آئون تنھنجي نالي تي ٿو گھران." ڏڪاري نوجوان جو چھرو بي چين ٿي ويو ۽ اکيون اُلائن جيان ٻرڻ لڳس، ھو اٿيو ۽ سڪل ٿارين مان ٿلھو ڏنڊو ڪنيائين ۽ شھر طرف اشارو ڪندي اُچي آواز ۾ چيائين:

"مون پگھر جي پورھئي عيوض زندگي طلب ڪئي. پر اھا نہ مليم. ھاڻي مان ٻانھن جي ٻل تي زندگي حاصل ڪندس. مون محبت جي نالي تي ماني مڱي، پر انسانن ڪو ڌيان نہ ڏريو ۽ ھاڻي آئون ظلم ۽ سرڪشي جي نالي تي رڳو ماني ئي نہ پر ٻيو ڪجھ بہ کائنس گھرندس ۽ ھو ڏيڻ تي مجبور ٿيندو."

ڳپل عرصو گذري ويو. نوجوان ھارن جي لاءِ ڪنڌ ڪپيندو رھيو ۽ پنھنجي لالچ جا محل اڏڻ لاءِ لڳاتار روحن جا ھيڪل ڊاھيندو رھيو. ايستائين جو سندس دولت بي اندازہ بھادري عام ٿي ويئي. ملڪ جا ڏاريل ڪيس پاڻئڙ لڳا ۽ حڪومت جا ڪارندا سندس نالي کان ڪنبڻ لڳا. نيٺ بادشاھہ، ھن شھر ۾ ڪيس پنھنجو نائب مقرر ڪري پنھنجي خاص حلقي ۾ شامل ڪري اعليٰ عھدي تي فائز ڪري ڇڏيو.

اھڙي طرح انسان پنھنجي ڪنجوسيءَ سبب مسڪين کي بدمعاش ۽ پنھنجي سنگدلي جي ڪري امن پسند کي قاتل بنائي ٿو ڇڏي. ●

# جل پريون

اولهہ جي هيٺن جي چوڏاري ڦڪڙيل سمنڊ جي اونهاين ۾، جتي اڻ ڳڻيا موتي آهن، هڪ نوجوان جو مڙهہ پيو هو. ويجهو ئي سنهري وارن واريون نازڪ جل پريون ويٺيون پنهنجين نيرين اکين سان لاش طرف ڏسي غمگين لهجي ۾ ڳالهيون ڪري رهيون هيون.

سندن گفتگو سمنڊ ٻڌي، لهرون ان کي ساحل تائين وٺي آيون ۽ اتان، هوا جا لطيف جهونڪا مون تائين پهچائي ويا.

هڪ چيو:

”هي ماڻهو ڪلهہ ان مهل سمنڊ ۾ گهڙيو هو جنهن مهل سمنڊ سخت ڪاوڙ ۾ هو.“

ٻيءَ چيو:

”سمنڊ تہ ڪاوڙ ۾ نہ هو. ها، انسان جيڪو پنهنجو پاڻ کي ديوتائن جو جوهر ٿو سمجهي، هڪ پوائتي جنگ ۾ مبتلا آهي، جنهن ۾ هيستائين ايتري تہ رتوڇاڻ ٿي چڪي آهي، جو پاڻيءَ جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويو آهي. هي ماڻهو انهيءَ جنگ جي مقتولن منجهان آهي.“

ٽيءَ چيو:

”جنگ ڇنگ جي مون کي خبر ڪانهي تہ اها ڪهڙي بلا آهي. ها، باقي اهو ڄاڻان ٿي تہ انسان خشڪيءَ تي قبضي ڪان پوءِ، اها لالچ ڪئي تہ سمنڊ تي بہ حڪومت ڪري، ان جي لاءِ هن نت نوان اوزار جوڙيا ۽ انهن سان سمنڊن جي سيلاب کي ڪٽيو. جڏهن ان جو اطلاع بنتون (پاڻيءَ جي ديوتا) کي مليو تہ هو ان هٺ چراند تي گهڻو ناراض ٿيو ۽ انسان جي لاءِ قربانيءَ کان سواءِ ٻيو چارو ئي نہ

رهيو، جنهن سان هو اسان جي بادشاهه کي راضي ڪري سگهن. اهي مٿل جسم جيڪي ڪلهه اسان پاڻيءَ ۾ ڪرندي ڏٺا هئا. ٻنتون اعظم جي حضور ۾ انسان جي آخري قرباني هئي.“

چوٿينءَ چيو:

”ٻنتون ڪيترو جليل القدر، پر ڪيڏو نه سنگدل آهي. جيڪڏهن آئون جل راڻي هجان ها ته ڪڏهن به خوني آڇن ڪان خوش نه ٿيان ها. اچ! هن نوجوان جو مڙهه ڏسون، ممڪن آهي انسان ذات بابت ڪا ڳالهه معلوم ٿي وڃي!“

جل پريون نوجوان جي لاش جي ويجهو آيون ۽ سندس ڪيسا ڦولڻ لڳيون. دل جي ويجهو ڪيسي جي اندر هڪ خط نظر آين. هڪ ڄڻيءَ وڌي اهو ڪڍيو ۽ پڙهڻ لڳي.

منهن جا حبيب!

اڄ رات گذري چڪي آهي ۽ آئون جاڳي رهي آهيان. هن ڪسمپرسيءَ جي عالم ۾ جيڪڏهن ڪو تسلي ڏيڻ وارو آهي ته اهي منهنجا لڙڪ آهن يا اها آشا ته تون جنگ جي چنبي مان جيئرو جاڳندو نڪري مون وٽ ايندين.

آئون هاڻ ان سوچ ويچار جي قابل به نه رهي آهيان. جيڪڏهن ڪجهه سوچيان ٿي ته تنهنجا اهي لفظ، جيڪي هلڻ وقت تو مون کي چيا هئا. ”هر ماڻهوءَ وٽ لڙڪن جي هڪ امانت هوندي آهي. جيڪا هڪ نه هڪ ڏينهن موٽائڻ ضروري آهي.“

پيارا! سمجهه ۾ نه ٿو اچيم ته توکي ڇا لکان؟ پنهنجي دل ڪڍي ڇو نه ڪاغذ تي رکي ڇڏيان.

دل جنهن کي بدبختي عذاب ۾ مبتلا ڪري ٿي ۽ درد کي لذت ۽ غم کي خوشي ۾ بدلائڻ واري محبت سڪون ڏئي ٿي.

جڏهن محبت اسان جي دلين کي هڪ ڪيو هو ته اسان کي اميد هئي ته اسان جا جسم پاڻ ۾ ائين ملي ويندا، جو انهن ٻنهي ۾

هڪ نئي روح گردش ڪندو.

اوچتو جنگ توکي سڏيو ۽ تون "فرض" ۽ "وطن پرستي" جي جذبي کان متاثر ٿي، ان جي پويان هليو وئين.

اهو ڪهڙو "فرض" آهي، جيڪو ٻن پريم ڪندڙ دلين کي ڌار ڪري، عورتن کي بيوه ۽ ٻارن کي يتيم ڪري ٿو؟

اها ڪهڙي "وطن پرستي" آهي جيڪا معمولي ڳالهين تي شهرن کي تباهه ۽ برباد ڪرڻ لاءِ جنگ شروع ڪرائي ڇڏي.

اهو ڪهڙو "اهم فرض" آهي جيڪو غريب ڳوٺاڻن لاءِ ته اٽل ٿو آهي پر طاقتور ۽ موروثي شريف زادا ان جي بنهه پرواهه نٿا ڪن؟

جيڪڏهن "فرض" قومن جي سلامتيءَ کي تباهه ۽ "وطن پرستيءَ انساني حياتي جي سڪون کي تباهه ڪري ڇڏي ته اهڙي فرض ۽ اهڙي وطن پرستيءَ کي پري کان ئي سلام.

نه نه منهنجا حبيب تون منهنجي ڳالهين جي پرواهه نه ڪر وطن جي لاءِ وڌ کان وڌ بهادري ۽ جانثاريءَ جو ثبوت ڏي. هن ڇوڪريءَ جي ڳالهين تي ڌيان نه ڌر، جنهن کي محبت انڌو ڪري ڇڏيو آهي. جنهن جي عقل تي جدائيءَ پردو وجهي ڇڏيو آهي. جيڪڏهن محبت توکي جيئرو جاڳندو مون تائين نه پهچايو ته ايندڙ زندگيءَ ۾، هوءَ مون کي توسان ضرور ملائيندي."

جل پرين اهو خط نوجوان جي کيسي ۾ ساڳئي طرح رکي ڇڏيو ۽ غمناڪ خاموشيءَ سان واپس ٿي ويون. ٿورو اڳيان هلي انهن مان هڪ چيو: "انسان جي دل ته بنتون جي دل کان به وڌيڪ سخت آهي." ●

# محبوب

هن وقت تون ڪٿي آهين، اي منهنجي حسينه!

ڇا پنهنجي نندي جنت ۾ انهن گلن جو رس چوسي رهي آهين، جيڪي توسان محبت ڪن ٿا. جهڙي طرح ٻارڙو پنهنجي امڙ جي ڇاتين سان محبت ڪري ٿو. يا پنهنجي اڪيلائيءَ واري هنڌ آهين، جتي تو پاڪيزگيءَ جي لاءِ هڪ قربان گاهه جوڙي آهي ۽ منهنجي روح جي باقي بچيل قوتن کي ان تي ويهاري ڇڏيو اٿئي؟ انساني حڪمت کان وڌيڪ ڪجهه گهرين ٿي، جيتوڻيڪ تون ديوتائن جي حڪمت سان مالا مال آهين!

تون ڪٿي آهين؟ اي منهنجي من مٺي! ڇا هيڪل ۾ منهنجي لاءِ عبادت ڪري رهي آهين؟ يا باغ ۾ پنهنجن انوکن تصورن جي چراگاهه بابت فطرت سان سرڳاٺ ڪري رهي آهين-؟ يا غريبن جي جهوپڙين ۾ پنهنجي روح جي مٺاج سان، ٽٽل دلين وارن ماڻهن کي دم دلاسو ڏيئي رهي آهين ۽ پنهنجن ٿورن سان انهن جون مُٺيون ڀري رهي آهين؟

تون هر هنڌ آهين. ڇاڪاڻ ته تون روح خداونديءَ جو هڪ حصو آهين، تون هر وقت آهين. ڇاڪاڻ ته تون زماني کان سگهاري آهين!

ڇا تون انهن راتين کي ياد ڪري رهي آهين، جن ۾ اسين هڪ هنڌ گڏ ٿيا هئاسين. تنهنجي نفس جا ڪرڻا دائري حيات جيان اسان کي گهيري وينا هئا ۽ محبت جا فرشتا، روح جي ڪارنامن جو راڳ ڳائيندي اسان جو طوائف ڪري رهيا هئا؟

ڇا تون انهن ڏينهن کي ياد ڪري رهي آهين جڏهن اسين تارين جي ڇانوَ ۾ وينا هئاسين ۽ انهن جو چانورو اسان جي مٿان ائين هو، ڄڻ اسان کي انساني نگاهن کان لڪائڻ ٿي چاهيائين. جيئن پاسراڻيون دل جي مقدس اسرار کي لڪائينديون آهن.

ڇا تون انهن رستن ۽ پيچرن کي ياد ڪري رهي آهين، جن تي اسين هلندا هئاسين. تنهنجون آڱريون منهنجي آڱرين ۾ هونديون هيون، ائين جيئن تنهنجي چوٽيءَ جا وار هڪ ٻئي سان ڳتيل هوندا آهن ۽ اسين پنهنجا مٿا ائين هڪ ٻئي سان جوڙي وتندا هئاسين، ڄڻ پاڻ کي، پاڻ کان بچائڻ ٿي چاهيوسين.

ڇا تون اها گهڙي ياد ڪري رهي آهين؟ جڏهن مان توکان موڪلائڻ آيو هئس ۽ تو مون کي ڳلي سان لڳائي الوداعي چمي ورتي هئي. جنهن مان مون کي معلوم ٿيو ته ٻن چاهيندڙن جا چپ جڏهن پاڻ ۾ ملن ٿا ته اهڙا اوچا اسرار ظاهر ٿين ٿا، جن کي زبان نٿي چائي. اها چمي جيڪا ٿڌي آهه جو پيش خيمو هو- ۽ اها آهه، ان روح سان ملندڙ هئي، جنهن کي الله مٽيءَ ۾ ڦوڪيو ۽ ان مٽيءَ مان انسان بنجي ويو. اهائي آهه اسان جي عظمت نفس جو اعلان ڪندي، اسان کي روحن جي دنيا ۾ وٺي ويئي، جتي هوءَ ان وقت تائين رهندي، جيستائين اسين هميشه جي لاءِ ان سان نه وڃي ملنداسين.

تنهن کان پوءِ مون کي وري پيار ڪيو، وري پيار ڪيو ۽ بي انتها پيار ڪيو ۽ اهڙي نموني جو لڙڪ توکي سهارو ڏيئي رهيا هئا.

تو چيو:

”جسمن جو مقصد اعتبار جوڳو ڪونهي، هو دينوي مامرن ۾ ناتو ٽوڙي ٿا وٺن ۽ مالي غرضن لاءِ وڙهن جُڙهن ٿا. پر روح اطمينان ۽ سڪون سان محبت جي ڇانوَ ۾ رهن ٿا. ايستائين جو موت نهوڙي خدا جي حضور ۾ نيند و اٿن!

وڃ! منهنجا حبيب! زندگي توکي سڏيو آهي. ان جي آواز تي وڃ! جو ته اها هڪ حسينه آهي؛ جيڪا پنهنجن فرمانبردارن کي

لذت ۽ عشرت جي ڪوثر سان ڀريل جام پياريندي آهي، پياريندي رهي آهي. تنهن ڪري منهنجو فڪر بلڪل نہ ڪر. تنهنجو عشق منهنجي لاءِ ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيندڙ گهوٽ آهي ۽ تنهنجي ساروڻي ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندڙ مبارڪ وهاڻ آهي!

هاڻي تون ڪٿي آهين، اي منهنجي جيون ساٿي! ڇا تون رات جي ماٺار ۾ ان هير جي لاءِ جاڳي رهي آهين، جيڪا جڏهن بہ تو ڏانهن اچي ٿي تہ منهنجي دل جو ڌڙڪو ۽ منهنجي سيني جا ڳجهه ڪٿي ٿي وڃي؟ يا پنهنجي محبوب جي تصوير کي ڏسي رهي آهين، جيڪا تصوير ڏٺيءَ سان بلڪل نٿي ملي. ڇو تہ غم سندس پيشانيءَ کي سسائي ڇڏيو آهي، جيڪا ڪلهہ تائين تنهنجي قرب جي ڪري ويڪري هئي. روڄ راڙي سندس اکين کي بي نور بنائي ڇڏيو آهي. جيڪا تنهنجي سونهن جي اثر سان سدائين سرمي هاڻي هوندي هئي ۽ دل جي تؤنس انهن چپن کي خشڪ ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو تنهنجي چمين سان پنل هوندا هئا.

تون ڪٿي آهين؟ اي منهنجي محبوبا! ڇا تون سٺن سمنڊن پار کان منهنجي پڪار ۽ فرياد ٻڌي رهي آهين. منهنجي ذلت ۽ ويچارگيءَ کي ڏسي رهي آهين. منهنجي صبر ۽ تحمل جو اندازو ڪري رهي آهين؟ ڇا فضا ۾ اهي روح نہ آهن، جيڪي درد ۽ ڪرب مان تڙپندا جان سپرد ڪريو ڇڏين؟ ڇا روحن جي وچ ۾ ڳجها ناتا ڪينهن، جيڪي مرڻ جي ويجهو پهتل عاشقن جي شڪايت سندس محبوبہ تائين پهچائي سگهن؟

تون ڪٿي آهين منهنجي زندگي، ظلمت مون کي پنهنجي هنج ۾ جڪي ورتو آهي ۽ مايوسيءَ مون تي غالب اچي ويئي آهي؟

تون ڪٿي آهين منهنجي پريمڪا! تون ڪٿي آهين؟؟

• اف! ڪيڏي نہ عظمت واري محبت آهي ۽ ڪيڏو نہ بي سڪو آهيان آئون!! ●

# محبت جي ڪٿا

هڪ نوجوان، جنهن اڃا زندگيءَ جي پرهه ڦٽيءَ ۾ قدم مس رکيو هو. پنهنجي تنها گهر ۾ وينو ڪڏهن ڪنهن دريءَ مان تارن سان ٽم ٽم ڪندڙ آسمان کي ڏسي رهيو هو ته ڪڏهن نئين ساماٽيل حسينه جي تصوير کي. جيڪا سندس هٿ ۾ هئي. تصوير جنهن جو مهاندو ۽ رنگ سندس منهن تي ڇانئجي، هن عالم جي اسرار ۽ ابديت جي رمزن جا ڦاٽ ڦاڙڻ جو سبب بنجي رهي هئي. هڪ عورت جي مهاندن جا نقش، جيڪي سندس اکڙين کي ڪن بنائي، هن ڪمري جي فضا ۾ رهندڙ روحن جي زبان سمجهندا هئا ۽ پنهنجي مجموعي اثر سان اهڙيون دليون وجود ۾ آڻي رهيو هو. جيڪي پريم سان ڀُر هيون ۽ شوق سان لبريز!

هڪ ڪلاڪ اهڙي نموني گذري ويو، ڄڻ اها دلڪش خوابن جي هڪ گهڙي آهي يا بقا جي زندگيءَ جو هڪ ورهه. نوجوان اها تصوير پنهنجي سامهون رکي ۽ پنو، ڀِڻ ڪٽي لکڻ شروع ڪيو:

”منهنجي روح جي راڻي!

اُهي وڏيون وڏيون حقيقتون جيڪي فطري عمل آهن. سي عام انساني ڪلام وسيلي هڪ انسان کان ٻئي انسان طرف منتقل نه ٿيون ٿين، پر اهي ٻن روحن جي وچ ۾ خاموشيءَ کي پنهنجي لاءِ رستو بنائي ٿيون وٺن. مون کي ائين پيو ڀانئجي ته رات جي ماٺار اسان ٻنهي جي وچ ۾ گرفتار آهي. هن جي هٿ ۾ اهي خط آهن جيڪي پاڻيءَ جي سطح تي لهرن جي لکيل تحريرن کان وڌيڪ نرم ۽ نازڪ آهن ۽ اسان جي دلين جا مڪتوب اسان جي دلين کي

پڙهي ٻڌائي رهيون آهن.

پر جيئن خدا چاهيو ۽ روح کي جسم جي قيد خاني ۾ قيد ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح محبت چاهيو ۽ مون کي ڪلام جو اسير ڪري ڇڏيو.

منهنجي راڻي! ماڻهو چون ٿا: ”محبت پنهنجي حلقي جي لاءِ موتمار ٻاهم ٻنجي ٿي وڃي.“ پر مان ڏسان ٿو ته فراق جون گهڙيون اسان جي ذات معنويءَ کي جدا ڪرڻ تي قادر ٿي نه سگهيون. جهڙي طرح پهرين ملاقات وقت مون کي ائين لڳو هو ته منهنجو روح توکي هميشه کان سڃاڻي ٿو ۽ تنهنجي منهن تي، منهنجي پهرين نظر درحقيقت پهرين نظر ڪانهي.

منهنجي دل جي راڻي! اها گهڙي، جنهن اسان جي دلين کي، عالم علوي مان ڪڍيل دلين کي، هڪ هنڌ گڏ ڪيو. انهن ڪجهه گهڙين مان هڪ گهڙي آهي، جنهن نفس جي ازلي ۽ ابدي هئڻ تي منهنجي اعتماد کي پختو ڪيو. ان قسم جي گهڙيءَ ۾ فطرت پنهنجي انتهائي عدل جي منهن تان نقاب کڻي ٿي. جنهن کي عام طور تي ظلم سمجهيو وڃي ٿو.

منهنجي مٺي! تو کي اهو باغيچو ياد آهي، جتي بيهي اسين پنهنجي پنهنجي محبوب جو منهن ڏسندا هئاسين؟ توکي خبر آهي، تنهنجون نگاهون مون کي چونديون هيون ته توکي جيڪا مون سان محبت آهي، اها مون تي تنهنجي مهربانيءَ جو نتيجو نه آهي. اهي نگاهون جن مون کي ٻڌايو ته آئون پاڻ کي ۽ دنيا وارن کي چوان ته، اها گهر، جنهن جو سرچشمو عدل ۽ برابري هجي، ان بخشش کان لک درجا بهتر آهي، جنهن جي شروعات ئي مهرباني ۽ ڪرم هجي ۽ اها محبت جيڪا فقط منهن جي تاثراتن جي حسن ۽ دلڪشيءَ تي مبني هجي، ڍورن جي ڪني پاڻيءَ سان مشابهت رکي ٿي!“

منهنجي جان! منهنجي سامهون جيڪا زندگي آهي، آئون چاهيان

ٿو تہ ان کي عظمت ۽ جمال جي ميلاپ جيۡ صورت ۾ ڏسان. اها اهڙي زندگي هجي، جيڪا ايندڙ انسان جي تصور کان ٻاهر واري هجي ۽ ان جي اعتبار ۽ محبت جي گهرجائو هجي. ها! آئون اها زندگي چاهيان ٿو، جنهن جي شروعات ان ناٿي ٿي هئي، جڏهن آئون ڀهريون گهمرو توساڻ مليو هئس ۽ جنهن جي غير فاني هئڻ جو مون کي پڪو پختو ڀروسو آهي. تنهنجي وجود بابت منهنجو هي ايمان آهي تہ اهو منهنجي ان سگهہ کي، جيڪا الله مون کي عطا ڪئي آهي، قول سان گڏ عمل جي صورت ۾ نمايان ڪري سگهي ٿي. جهڙي طرح سج باغ جي خوشبودار گلن کي زمين مان نمودار ڪري ٿو.

پنهنجي ذات ۽ قومن لاءِ منهنجي اها محبت ائين ئي رهندي. اها پنهنجي هماگيريءَ جي لاءِ اهڙي طرح انانيت کان پاڪ ۽ توکان خصوصيت جي آذار تي هر شڪ شبهي کان مٿاهين رهندي.

نوجوان اٿيو ۽ هوريان هوريان ڪمري ۾ وڙڪڻ لڳو. تنهن کان پوءِ هن دريءَ مان ڏٺو تہ چنڊ اُفق جي پويان اُڀري رهيو آهي ۽ فضا ان جي لطيف شعاعن سان روشن آهي. هو موٽيو ۽ پنهنجي خط ۾ هي سٽون وڌائي ڇڏيون.

”منهنجي مٺي! مون کي معاف ڪر! جو مون توکي ڌارين جيان مخاطب ڪيو آهي، حالانڪ تون منهنجو اهو اڌ حسن آهين، جنهن کي مون ان وقت وڃائي ڇڏيو هو، جڏهن اسين ٻئي هڪ ئي وقت دست خداوندي مان نڪتا هئاسين. مون کي معاف ڪر! منهنجي محبوبہ!“ ●

# حڪمت جي زيارت

رات جي خاموشيءَ ۾ حڪمت آئي ۽ منهنجي کٽ جي سيرانديءَ کان بيهي رهي ۽ هڪ مهربان ماءُ جيان هن مون ڏانهن ڏٺو ۽ منهنجا لڙڪ اگهي چوڻ لڳي:

”مون تنهنجي روح جي پڪار ٻڌي آهي ۽ تنهنجي دلداريءَ لاءِ آئي آهيان، پنهنجي دل منهنجي سامهون کول، ته جيئن مان ان کي نور سان ڀري ڇڏيان. منهنجو پلئه جهل، ته جيئن مان توکي حقيقت جو رستو ڏيکاريان.“

مون پڇيو:

”اي حڪمت! آئون ڪير آهيان ۽ هن ڀوائتي هنڌ تي ڪيئن پهتو آهيان-؟ هي اهم خواهشون، هي گهڻي تعداد ۾ ڪتاب ۽ عجيب و غريب تصويرون ڇا آهن؟ هي فڪر ڇا آهي؟ جيڪو ڪبوترن جي پرن جيان ڦڙڦڙائي لنگهي ٿو وڃي. هي ڪلام ڇا آهي، جنهن کي ميلاپ مرتب ڪري ٿو ۽ لذت منتشر ڪريو ڇڏي. هي غم آفرين ۽ فرحت بخش نتيجا ڇا آهن؟ جيڪي منهنجي روح سان همڪنار ۽ منهنجي دل جي لاءِ هوشربا رهيا آهن؟ هي مون کي يڪ ٽڪ ڏسڻ واريون اکيون ڇا آهن، جيڪي منهنجي دل جي گهراين کي ڏسي رهيون آهن. هي زندگيءَ تي ماتم ڪندڙ آواز ڇا اهن؟ جيڪي منهنجي بي ترتيبيءَ تي مترنم آهن. هي منهنجي خواهشن سان کيڏڻ وارو شباب ڇا آهي، جيڪو منهنجي جذبن جو مذاق ٿو اڏائي، ماضيءَ جي افعالن ۽ عملن کي وساري ٿو ڇڏي. حال جي بي ڪيفيءَ تي سرهو آهي ۽ مستقل جي سست رفتاري تي نڪ

ٿو چڙهائي؟ هي عالم ڇا آهي جيڪو مون کي اهڙي هنڌ وٺي وڃي رهيو آهي، جنهن کي مان نہ ٿو ڄاڻان. جيڪو مون سان گڏ ذلت واري هنڌ تي بيٺو آهي؟ هيءَ زمين ڇا آهي، جيڪا جسمن کي ڳڙڪائڻ لاءِ وات کوليو بيٺي آهي ۽ جنهن جوف ۾ حرص کي آباد ڪرڻ جي لاءِ پنهنجو سينو چيري ڇڏيو آهي؟ هي انسان ڇا آهن، جيڪي سعادت ۽ ڪامرانيءَ جي محبت تي راضي آهن، حالانڪہ هن جي محبت دوزخ جي انتهائي طبقي تائين نہ پهتي آهي؟ جيڪا حيات جي چميءَ جي طلب آهي ۽ موت سندس منهن تي ٿڦڙون هڻي رهيو آهي. جيڪو لذت جي هڪ گهڙيءَ جي لاءِ ندامت جو هڪ سال خريد ڪري رهيو آهي. جيڪو ننڊ جي هٿان وڪجي چڪو آهي ۽ سپنا ڪيس سڏي رهيا آهن، جيڪو ناداني ۽ جهالت جي نعرن سان گڏ ظلمت جي ڪاهيءَ طرف وڃي رهيو آهي. اهي سڀ شيون ڇا آهن اي حڪمت!".

حڪمت وراڻيو:

"اي آدمزاد! تون هن دنيا کي خدا جي اک سان ڏسڻ ٿو چاهين. ايندڙ زماني جي ڳجهن کي انساني فڪر جي ذريعي سمجهڻ ٿو چاهين جيڪا انتهائي چريائپ آهي. ٻيلي ۾ وڃ! تون ماکيءَ جي مکين کي گلن مٿان اڏندي ۽ باز کي شڪار جي لاءِ واجهائيندو ڏسندين. پنهنجي پاڙي واري جي گهر ويندين تہ ٻارڙي کي باهہ جي الائن کان گهبرائيندي ۽ ماڻس کي گهر جو ڪم ڪار ڪندي ڏسندين.

ماکيءَ جي مک جيان ٿي وڃ ۽ بهار جا ڏينهن عقاب جا اعمال ڏسڻ ۾ برباد نہ ڪر. ٻارڙي جو مثال بڻجي وڃ ۽ پنهنجي ماءُ کي سندس حال تي ڇڏي باهہ جي شعلن مان فرحت حاصل ڪر.

تون جيڪو ڪجهہ ڏسين ٿو، اهو تنهنجي لاءِ ئي هو. هي جڳها ڪتاب، هي عجيب ۽ غريب شڪليون ۽ هي حسين ۽ جميل

فڪر، ان ماڻهن جا چانورا آهن، جيڪي توکان اڳ گذري ويا آهن. هي ڪلام جنهن ڪي تون سهيڙي رهيو آهين. تنهنجي ۽ تنهنجي ڀاءُ، بني نوع انسان جي لاءِ اتحاد جو رشتو آهي. هي غم آفرين ۽ فرحت بخش نتيجا، اهي ٻج آهن، جن کي ماضيءَ جي روح ٻنيءَ ۾ پوکيو آهي ۽ جنهن جو ثمر آئيندو حاصل ڪندو.

هي تنهنجي خواهشن سان ڪيڏڻ وارو شباب تنهنجي دل جا دروازا کولڻ وارو آهي ته جيئن ان ۾ نور گهڙي سگهي. هر وات قاتل زمين، اها آهي جيڪا تنهنجي روح کي تنهنجي جسم جي غلامي مان ڇوٽڪارو ڏياريندي. هي توکي پاڻ سان نيڻ واري دنيا تنهنجي دل آهي، ۽ تنهنجي دل اهو سڀ ڪجهه آهي جنهن کي تون عالم ٿو سمجهين ۽ هي انسان، جيڪو توکي حقير ۽ ڇڙ ٿو نظر اچي. اهو، غم کان خوشيءَ جي ۽ ظلمت کان معرفت جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ جوار خداونديءَ کان آيو آهي."

حڪمت پنهنجو هٿ منهنجي ڀڙڪندڙ پيشانيءَ تي رکيو ۽ چيو:

"اڳيان وڌ ۽ ڪٿي به نه بيهي، جو اڳيان وڌڻ جو ٻيو نالو ڪمال آهي، اڳيان وڌ ۽ رستي جي ڪنڊن کان نه ڊڄ؛ جو اهي ڪنڊا فاسد رت ڪيڍڻ کان سواءِ ڪجهه به ڪري نٿا سگهن." ●

# عورت جي عظمت

مون هڪ نوجوان ڏٺو، جيڪو زندگيءَ جي راهن ۾ گم، شباب جي اثر هيٺ؛ ۽ پنهنجي خواهشن جو اصلي ڪارڻ معلوم ڪرڻ جي لاءِ چڙ مئو ٿي. مون ڪيس هڪ نرم ۽ نازڪ گل جيان ڏٺو جنهن کي تيز هوائون، خواهشن جي اٿاهه سمنڊ طرف اڏائي پي ويون.

”مون ڪيس ڳوٺ ۾ هڪ شرارتي نينگر ڏٺو؛ جيڪو پکين جا آکيرا برباد ڪري انهن جا ٻچا ماري ڇڏيندو هو. گلن جي نرم ۽ نازڪ پنکڙين کي نپوڙي انهن جي سونهن ۽ سوڀيا کي تباهه ڪري ڇڏيندو هو. ڪتاب ۾ هڪ نوجوان ڏٺم، جنهن کي لکڻ ۽ پڙهڻ سان ڪوبہ سروڪار نہ هو. جيڪو خاموشيءَ جو ويري ۽ بدتميزين جو بنياد هو- ۽ شهر ۾ هڪ نوجوان ڏٺم جيڪو گناهن جي بازارن ۾ اباڻي شرافت جو سودو ڪندو ٿي ڦريو. اگهاڙپ ۽ ذلت جي شبستانن ۾ پنهي هٿن سان مايا لٽائيندو ٿي وتيو. ۽ جنهن عقل، دولت جي ڏي جي حوالي ڪري ڇڏيو هو.

پر، انهن براين جي باوجود آئون سائنس محبت ڪندو هئس، اهڙي محبت جنهن ۾ افسوس سان گڏ همدردي بہ شامل هئي. آئون ڪيس چاهيندو هئس، ان لاءِ جو اهي هڙئي بڇڙيون عادتون طبعي نہ پر سندس ڪمزور ۽ مايوس فطرت جو نتيجو هيون.

لوڪو! نفس، انساني عقل ۽ حڪمت جي راهن تان هٽي ٿو ۽ خوشيءَ سان انهن طرف وري ٿو. جوانيءَ جو طوفان، مٽيءَ کي پنهنجي دامن ۾ کڻي آڻي ٿو. جيڪو اکين ۾ گهڙي انهن کي بند ڪري ٿو ڇڏي. انڌو ڪري ٿو ڇڏي ۽ ڪڏهن نہ ڊگهي عرصي

نائين ۾ انڌو ڪريو ڇڏي.

آئون ان نوجوان سان محبت ڪندو هئس ۽ منهنجي دل ۾ هن جي لاءِ خلوص، بي انتها خلوص هو. ڇو ته آئون ڏسي رهيو هئس ته سندس ضمير جي ڪبوتر، سندس بڇڙن افعالن جي ڳجهه تي غالب اچڻ تي چاهيو. پر مغلوب ٿي ٿي ويو. پنهنجي بزدليءَ جي ڪري نه پر، پنهنجي دشمن جي سگهه جي ڪري!

ضمير هڪ انصاف پسند، پر ڪمزور قاضي آهي، جنهن جي ڪمزوري، سندس حڪم جاري ڪرڻ جون راهون روڪيو بيٺي آهي.

مون چيو آهي: آئون هن سان محبت ڪندو هئس ۽ محبت مختلف ويس پائي ٿي اچي. ڪڏهن حڪمت جي ويس ۾، ڪڏهن اميد جي ويس ۾، مون کي جيڪا ساڻس محبت هئي، اها، ان آرزوءَ جي ويس ۾ هئي ته هن جي آفتاب فطرت جي سهائي، هن جي عارضي بدعنوانين جي ظلمت تي غالب اچي وڃي، پر آئون ان ڪان اڻ ڄاڻ هئس ته سندس آلودگي، پاڪيزگيءَ کان، بداخلاقي خوش اخلاقيءَ کان ۽ جهالت عقلمنديءَ کان ڪڏهن ۽ ڪيئن بدلبي؟ انسان ننو ڄاڻي ته روح مادي جي قيد ۽ بند کان ڪيئن آجو ٿو ٿئي؟ جيستائين آجو ننو ٿئي، تيستائين، ڪيس خبر نه آهي ته گل ڇو مرڪن ٿا؟ جيستائين سحر جي راڻي پنهنجي روشن منهن تان نقاب لاهي نه ڇڏي؟

(۲)

ڏينهن، رات جي ڪلهن تي سوار ٿي لنگهن ٿا. آئون ان نوجوان کي رنج ۽ الم جي انتهائي احساس سان ياد ڪندو هئس ۽ ٿڏن ساهن سان گڏ سندس نالو وٺندو هئس. جيڪي دل ۾ گهاءُ وجهيو، ان جو خون ڪريو ڇڏيندا هئا. ايستائين جو ڪلهه مون کي هن جو خط مليو، جنهن ۾ لکيل هو:

"پيارا دوست! مون وٽان ٿي وڃ! آئون توکي هڪ نوجوان

سان ملائڻ ٿو چاهيان، جنهن کي ڏسي تون خوش ٿي ويندين ۽ جنهن سان ملي تنهنجو روح باغ و بهار ٿي ويندو."

مون چيو. "افسوس! ڇا هو اهو ٿو چاهي ته پنهنجي دوستيءَ جي غم آفرينين کي، پاڻ جهڙي ئي هڪ ٻي دوستيءَ سان ڀيٽو ڪري ڇڏيان؟ ڇا اها خود ذلالت ۽ گمراهي جي متن جي تشريح جي سلسلي ۾ مثال ڪافي ڪونهي ۽ ڇا هاڻ ان جي اها خواهش آهي ته ان مثال تي پنهنجي يارن جي حالتن جو حاشيو پڙهيو وڃي ته جيئن مادي ڪتاب جو ڪو حرف منهنجي نگاهن ڪان اوجهل نه ٿي وڃي؟

منهنجي خيالن رخ بدلايو: "پر مون کي ڄاڻڻ کپي ته نفس پنهنجي حڪمت کان ڪم وٺي، ڪنڌن مان گل چونڊي وٺي ٿو ۽ دل پنهنجي محبت جي هٿ تي اونداهيءَ جي سيني مان نور ڇڪي وٺي ٿو."

جڏهن شام ٿي ته آئون سائس ملڻ ويس ۽ ڏٺم ته هو پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ اڪيلو وينو ڪو شاعريءَ جو ڪتاب پڙهي رهيو آهي ۽ سندس هٿ ۾ ڪتاب ڏسي مون کي سخت تعجب ٿيو ۽ مون سلام ڪندي ڪانئس پڇيو:

"اهي نوان سنگتي ڪٿي آهن؟"

هن وراڻيو:

"منهنجا دوست! اهو آئون ئي آهيان." اهو چئي هو مائڙي ڪري ويهي رهيو. جيڪا منهنجي لاءِ هڪ اوپري شئي هئي. هن مون ڏانهن ڏٺو. سندس اکين ۾ هڪ عجيب ڏيا هئي، جيڪا سينو چيري جسم جي هر رڳ رڳ ۽ هر ريشي کي پنهنجي حلقي ۾ وٺي رهي هئي. اهي اکيون، جن کي مون جڏهن به ڏٺو ته انهن ۾ سختي ۽ سنگدلي کان سواءِ ڪجهه به نه ڏٺو هئم. هاڻي انهن مان سهائي ڦٽي رهي هئي، جيڪا دل کي لطف ۽ مهربانيءَ سان ڀري رهي هئي. نيٺ هن هڪ اهڙي آواز ۾، جنهن کي مون سمجهيو ته سندس

نڙيءَ مان نه پر ڪنهن ٻئي جي نڙيءَ مان نڪري رهيو آهي. چيو:
”اهو شخص، جنهن کي تون نديپڻ کان سڃاڻندو هئين. شاگرديءَ واري زماني ۾ جنهن سان تو رفاقت ڪئي ۽ جوانيءَ ۾ جنهن سان تون گڏ رهين، سو هاڻي مري چڪو آهي ۽ ان جي موت مان آئون ڄائو آهيان. آئون تنهنجو نئون سنگتي آهيان. اچ مون سان هٿ ملاءِ.

مون سائس هٿ ملايو ۽ مون کي ائين محسوس ٿيو ته هن جي هٿ ۾ هڪ لطيف روح آهي. جيڪو رت سان گڏ گردش ڪري رهيو آهي. اهو سخت ۽ کهرو هٿ، هاڻي نرم ۽ نازڪ ٿي ويو هو. اهي آڱريون جيڪي، پنهنجي عملن جي آڏار تي ڪالهه سوڏي چيتي جي چنبن جهڙيون لڳي رهيون هيون. اڄ اهي پنهنجي لطافت جي آڏار تي دل کي ڇهي رهيون آهن. ڪاش آئون پنهنجي ان ڳالهه جي گهرائيءَ جو ان وقت احساس ڪريان ها، جيڪا مون انوقت کانئس پڇي هئي.

”تون ڪير آهين؟ هيءَ تبديلي تو ۾ ڪيئن آئي ۽ ڪٿان پيدا ٿي. ڇا روح تنهنجي جسم کي عبادت گهر بنائي، توکي مقدس ڪري ڇڏيو آهي. يا تون منهنجي سامهون ڪنهن شاعرانه دور جي تمثيل پيش ڪري رهيو آهين؟“

هن وراڻيو:

”ها! منهنجا دوست! روح مون تي نزول ڪري مون کي پاڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ عظيم الشان محبت منهنجي من کي مقدس قربان گاهه بنايو آهي. اها عورت آهي، منهنجا دوست! اها عورت، جنهن کي ڪلهه سوڏو آئون مرد جو رانديڪو سمجهندو هئس. پر اڄ هن مون کي جهنم جي اونده مان ڪڍي، جنت جا دروازا مون لاءِ کولي ڇڏيا ۽ آئون انهن ۾ گهڙي ويس.“

اها حقيقت جيڪا مون کي پنهنجي محبت جي عشرت ڪدي

۾ وٺي ويئي ۽ منهنجي لاءِ سهارو بڻي. اها عورت جنهن جي پيٽن کي جهالت ۾ مون ذليل ڪيو. پر هن مون کي عظمت جي تخت تي ويهاريو.

اها عورت، جنهن جي هم چشمن کي ناداني ۾ مون خراب ڪيو. پر هن پنهنجي محبت سان مون کي پاڪ ڪري ڇڏيو.

اها عورت، جنهن جي هم جنس کي مون پنهنجي مايا جي موهه تي غلام، پنهنجو غلام بنايو، پر ان پنهنجي سونهن ۽ سوڀيا جو نور مون تي وسائي، مون کي آزاد ڪري ڇڏيو.

اها عورت، جنهن پنهنجي ارادي جي قوت ۽ آدم جي ڪمزوريءَ مان فائدو وٺي کيس جنت مان ڪڍايو، اڄ پنهنجي مهرباني ۽ منهنجي اطاعت جي اثر هيٺ مون کي انهيءَ ئي جنت ۾ وٺي ويئي."

ان وقت مون ڏانهس ڏٺو، لڙڪ سندس اکين ۾ چمڪي رهيا هئا. مرڪ سندس منهن تي کيڏي رهي هئي ۽ محبت جي روشنيءَ جو تاج سندس مٿي تي رکيل هو. آئون سندس ويجهو ويس ۽ سندس نرڙ کي چمي ڏنم. ۽ ڪائنس موڪلايم ۽ سندس اهو جملو دل ئي دل ۾ ورجائيندو موٽي آيس: "اها عورت جنهن پنهنجي ارادي جي قوت ۽ آدم جي هيڻائيءَ مان فائدو وٺي کيس جنت مان ڪڍايو، اڄ پنهنجي ئي مهرباني ۽ منهنجي اطاعت جي اثر هيٺ مون کي انهيءَ ئي جنت ۾ وٺي ويئي." ●

# انسان جي تڪميل

... ۽ پالڻھارن جي پالڻھار پنھنجي "ذات" مان ھڪ "روح" جدا ڪري، پھرين ڪيس سونھن ۽ سوڀيا عطا ڪئي، پوءِ پرھ ڦٽي جھڙي نرمي، باغ جي خوشبوءِ ۽ چنڊ جي روشنيءَ جي لطافت.

تنھن کان پوءِ ڪيس عشرت جو ھڪ جام ڏنو ۽ چيو:

"ھي تون ان وقت پيءُ جڏھن غمن جي گھٽائيءَ کان غافل ۽ فرد جي فڪر کان بي نياز ٿي وڃين."

پوءِ غم جو ھڪ جام ڏنائين ۽ چيائين: "ھن کي پيئڻ سان زندگيءَ جي خوشين جو راز تنھنجي سمجھ ۾ اچي ويندو."

پوءِ منجھس اھا محبت پيدا ڪئي، جيڪا گھٽ حوصلي جي پھرين آه سان گڏ فنا ٿي وڃي ٿي ۽ اھو رس جيڪو غرور جي پھرينءَ ٻول سان گڏ رخصت ٿي وڃي ٿو."

پوءِ مٿس آسماني علم لٿو، جيڪو سچائيءَ جي رستي طرف ھن جي رھنمائي ٿو ڪري. ھن جي گھراين ۾ ھڪ بصيرت پئدا ڪئي، جيڪا اڻ ڏٺل شين کي ڏسي ٿي ۽ ڪيس ھڪ جذبو عطا ڪيو، جيڪو خيالن سان گڏ وھندو ۽ تصور سان گڏ ھلندو آھي.

پوءِ ڪيس خواھشن جو لباس پھرايو ويو، جنھن کي ملائڪن انڌلٽ جي لھرن سان اڻيو ھو. تنھن کان پوءِ منجھس حيرت جي اوندھ پئدا ڪئي.

۽ ھو نور جو پاڇو آھي!

۽ خدائن جي خدا قھر ۽ غضب جي ڀٺيءَ مان "باھ" جھالت

جي رڻ پٽ مان ”هوا“، انانيت جي سامونڊي ساحل مان ”ريگ“ [1] ۽ زماني جي پيرن هيٺان ”مٽي“ کڻي ۽ انهن سڀني جي باهمي ميلاپ سان انسان پيدا ڪيو.

پوءِ ڪيس هڪ انڌي قوت عطا ڪئي، جيڪا ”جنون“ وقت پڙڪي اٿندي آهي ۽ خواهشن جي سا ـهون وسامي ويندي آهي.

تنهن کان پوءِ منجهس زندگي پيدا ڪئي ۽ اهو موت جو پاڇو آهي. خدائن جو خدا پهرين کليو. پوءِ رنو، هن محبت جو بي پناهه جذبو محسوس ڪيو ۽ ان جي روح کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيو. ●

(١) پراچين نظريه موجب: انسان جي تخليق، چئن عنصرن باهه، پاڻي، مٽي ۽ هوا مان ٿي آهي. هتي ليکڪ جي ”ريگ“ مان اها مراد آهي (مترجم)

# گهر واري

پهرين نظر:

هيءَ اها گهڙي اهي، جيڪا زندگيءَ جي بي خبري ۽ هوشياري جي وچ ۾ هڪ فاصلو آهي. اِهو اهو پهريون پڙڪو آهي، جيڪو زندگيءَ جي خلائن کي روشن ڪري ٿو ڇڏي. هي اندر جو اڏمون انساني دل جي پهرين تار جي پهرين طلسمي جهنڪار آهي، هيءَ اها مختصر گهڙي آهي جيڪا روح جي اونهاين ۾ گذرندڙ ڏينهن جي واقعن کي ورجائي ٿي. هن جي بصارت تي عمل واضع ڪري ٿي، هن جي بصيرت کي هن دنيا جي وجداني ڪارنامن کان آگاهي بخشي ٿي ۽ ايندڙ عالم جي دائمي زندگيءَ جو راز مٿس فاش ڪري ٿي. هي اهو ٻج آهي جنهن کي عشروت (١) ڪپائي ٿيون ڇڏين. جذبا ان جي ٻج کي آپائين ٿا ۽ روح ان جو ميوو ٿو کائي.

محبوبہ جي پهرين نظر ان روح سان ملندڙ آهي، جيڪو اٿاھ سمنڊ جي سطح تي ڦرندو آهي ۽ جنهن مان زمين ۽ آسمان پيدا ٿيا آهن.

زال جي پهرين نظر خدا جي قول "ڪُن" وانگر آهي.

**پهرين چمي:**

هي ان جام جو پهريون ڍڪ آهي، جنهن کي ديوتائن محبت جي شراب سان لبريز ڪيو.

اهو شڪ، جيڪو دل کي چوري ڪيس غمگين ڪري ٿو ۽ پروسو، جيڪو دل جي خلائن کي پُر ڪري ان کي خوشي بخشي

---

(١) عاَروت: فنيقيا ۽ لبنان جي رهاڪن جي ويجهو حسن ۽ محبت جي ديوي آهي. ان کي يوناني ايفرودائيٽ ۽ رومي وينس جي نالي سان سڏين ٿا (جبران)

ٿو. هي روحاني زندگيءَ جي قصيده جو مطلع ۽ مصنوي انسان جي داستان حيات جو پهريون باب آهي. هي اهو حلقو آهي، جيڪو ماضيءَ جي ڏنڌلڪي کي مستقبل جي روشنيءَ سان هم رشتہ ۽ احساسن جي مانار کي انهن جي گيتن سان هم آهنگ ڪري ٿو. هي اهو ڪلمون آهي جنهن کي چار چپ، دل جي تخت، محبت جي بادشاهہ ۽ وفا جي تاج هئڻ جو اعلان ڪري، ادا ڪن ٿا. هي اهو لطيف ڇهاءُ آهي، جيڪو گلاب جي پتين تان، ماڪ جي گذرڻ جهڙي مشابهت رکي ٿو- اهي آگريون جن جي گرفت ۾ ڏکيون ۽ لذيذ آهون ۽ ڳجهون ۽ مٺيون دانهون آهن. هي انهيءَ طلسمي لرزش جي شروعات آهي، جيڪا ٻن چاهيندڙن کي هن پاٽي ۽ گل جي جهان مان ڪڍي وجي خوابن جي دنيا ۾ پهچائي ٿي. هي ڳاڙهو گل، ڏاڙهونءَ جي گل سان اتحادي ۽ هڪ سنئين ۽ نئين وجود جي لاءِ انهن جو باهمي ميلاپ آهي.

جيڪڏهن پهرين نظر ان ٻج سان هيڪڙائي رکي ٿي؛ جنهن کي محبت جي ديوي قلب انسانيءَ جي ميدان ۾ ڇٽي ٿي، تہ پهرين چمي شجرحيات جي پهرين شاخ جي ڪناري جي پهرين گل سان هڪجهڙائي رکي ٿي.

وصال:

هتي محبت زندگيءَ جي منتشر جزن کي گڏ ڪرڻ شروع ڪري ٿي ۽ زندگيءَ جي اثر هيٺ، انهن صورتن جي شڪل ۾ وڏي ٿي، جن کي ڏينهن خوش آوازيءَ سان پڙهن ٿا ۽ راتيون ترنم سان لهرائين ٿيون.

وصال، زمين تي هڪ نئين وجود کي آڻڻ لاءِ، ٻن وجودن جي ٻڌي آهي. اهو، زماني جي ڪمزور بغض ۽ عناد جو مقابلو ڪرڻ لاءِ، ٻن طاقتور هستين جو پنهنجي محبت وسيلي پيمان همدوشي آهي، اهو قرمزي شراب ۾، زرد شراب جي آميزش آهي تہ جيئن ان

مان اهو نارنگي شراب وجود ۾ اچي. (نارنگي رنگ ڪيمياوي طور تي ڳاڙهي ۽ زرد رنگ مان پيدا ٿئي ٿو. جيڪو صبح جي شفق جي رنگ سان ملي جلي ٿو) ۽ روحن جي نفرت ڪان نفرت ۽ ۽ ماڻهن جي اتحاد جو اتحاد آهي. هو ان سنهري زنجير جي ڪڙي آهي، جنهن جو ڇيڙو سرمديت- هو پاڪ آسمان ڪان فطرت جي مقدس زمين تي اچڻ اجرن ڪڪرن جي ڊوڙ آهي، ته جيئن ۽نهين جون مبارڪ قوتون اُيرن.

جيڪڏهن محبوبه جي ڇهڻ تي پهرين نگاهه ان ٻج جو مثال آهي، جنهن کي محبت دل جي ٻنيءَ ۾ وجهندي آهي ۽ ان جي چپڻ جي پهرين چمي زندگيءَ جي شاخ جي پهرينءَ گل جيان آهي ته ان جو وصال پهرينءَ گل جو پهريون ميوو آهي. ●

# اي ملامت ڪندڙ

اي ملامت ڪندڙ! مون کي اڪيلو ڇڏي ڏي!

آئون توکي ان محبت جو قسم ٿو ڏيان، جيڪا تنهنجي روح کي تنهنجي محبوبہ جي جمال ۾ جذب ڪري ٿي. تنهنجي دل کي تنهنجي امڙ جي شفقت جي زنجير ۾ جڪڙي ٿي ۽ تنهنجي پدرانہ جذبن کي تنهنجي پُٽڙي سان وابستہ ڪري ٿي. مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي.

مون سان ۽ منهنجن خوابن سان ڪوبہ واسطو نہ رک ۽ سڀاڻي تائين صبر ڪر. سڀاڻي جيڪو چاهيندو، مون بابت فيصلو ڪري ڇڏيندو.

تو نصيحتن سان پنهنجو خلوص ظاهر ڪيو. پر نصيحت هڪ پاڇو آهي، جيڪو روح کي حيرت جي ساوڪ ۾ وٺي وڃي ٿو. ان هنڌ طرف سندس رهنمائي ٿو ڪري، جتي زندگي مٽيءَ جيان ڄميل آهي!

منهنجي دل ننڍڙي آهي. آئون چاهيان ٿو تہ ان کي سيني جي اوندهہ مان ڪڍي ترياءَ تي رکان ۽ ان جي گهرائين جو اندازو ڪيان. ان جي اسرار جي کوج لڳايان. تنهن ڪري اي ملامت ڪندڙ! پنهنجي اعتقادن جي تيرن سان هن جي نگراني نہ ڪر. ڪيس ڊيڄاري، پاسراتين جي پڃري ۾ رکيو رهڻ تي مجبور نہ ڪر. جيستائين هو پنهنجي اسرار جو رت نہ وهائي وٺي- پنهنجو اهو فرض ادا ڪري نہ وٺي، جيڪو ديوتائن، ڪيس حسن ۽ محبت جي ميلاپ سان پيدا ڪرڻ وقت سندس ذمي ڪيو هو.

سج ابري آيو آهي ۽ بلبل هزار داستان ڇهڪڻ لڳي. آس (ولايتي مينڌي) ۽ منشور (هڪ سرهي نباتات) جي خوشبوءِ فضا ۾

پکڙجي ويئي. آئون چاهيان ٿو ته ننڊ جي رليءَ مان نڪري اچي بکهڙ جي ٻچن سان ڊوڙان. تنهن ڪري اي ملامت ڪندڙ! تون مون کي نه روڪ، ٻيلي جي شينهن ۽ مانڙيءَ جي نانگن کان مون کي نه ڊيڄار- ڇو جو منهنجو روح خوف کي نٿو سڃاڻي ۽ ڪنهن برائيءَ کان اڳ نٿو ڊڄي.

اي ملامت ڪندڙ! مون کي ڇڏي ڏي ۽ نصيحت نه ڪر! ان لاءِ جو تڪليف منهنجي اکين جي بکينائيءَ کي وڃائي ڇڏيو آهي. لڙڪن منهنجي نور کي چمڪائي ڇڏيو آهي ۽ غم مون کي دلين جي زبان سيکاري ڇڏي آهي.

بندش ختم ڪري ڇڏ! جو منهنجي ضمير جي عدالت مون تي منصفانه حڪم صادر ٿي ڪري. جيڪڏهن آئون بي گناهه هوندس ته اها مون کي سزا کان بچائي وٺندي ۽ جيڪڏهن ڏوهاري هوندس ته ثواب کان محروم ڪري ڇڏيندي.

ڏس! محبت جو جلوس وڃي رهيو آهي. حسن پنهنجا جهنڊا ڦڙڪائي ڪري هن سان ٻٽ آهي ۽ جواني خوشيءَ جا نغارا وڄائي رهي آهي. مون کي نه روڪ! اي ملامت ڪندڙ! بلڪ وڃڻ ڏي! جو رستي تي گلاب ۽ چنبيلي جا گل وڇايل آهن ۽ فضا مشڪ جي سرهاڻ سان واسيل آهي.

دولت جي ڪهاڻي ۽ عظمت جا قصا مون کي نه ٻڌاءِ! جو منهنجو نفس پنهنجي قناعت جي آڌار تي بي نياز ۽ ديوتائن جي عظمت ۽ بزرگيءَ جي پرستش ۾ رُڌل آهي.

سياست جي ڳالهين ۽ اقتدار جي خبرن کان مون کي پاسرو رک! جو سڄي زمين منهنجو وطن ۽ مڙئي انسان منهنجا هم وطن آهن. ●

# حسن جي بارگاهہ

آئون اجتماعي زندگيءَ کان ڀڄس ۽ وشال ماٿريءَ ۾ تنها ڀٽڪڻ لڳس. ڪڏهن ندين جون ڪنڌيون ڏيو هلڻ ٿي لڳس ته ڪنهن مهل پڪين جون لاٽيون ڀڏڻ ٿي لڳس. ايستائين جو آئون اهڙي هنڌ پهتس، جنهن کي گهاٽي ٻيلي سج جي نگاهن کان اوجهل ڪري رکيو هو. اتي ويهي مون اڪيلائيءَ سان ڳالهيون ڪيون ۽ روح سان سرٻاٽ ڪرڻ لڳس. ان اجايل روح سان، جنهن جتي به نظر وڌي، ان شئي کي ڏٺو، جيڪا شراب نه سراب نظر ٿي آئي.

جڏهن منهنجو ذهن مادي قيد کان آزاد ٿي خيالن جي فضا ۾ اڏرڻ لڳو ته مون پويان مڙي ڏٺو، هڪ سندر ناري مون وٽ بيٺي هئي. اها سندر ناري، جيڪا انگور جي شاخن کان سواءِ، جن سان سندس جسم جو ڪجهہ حصو ڍڪجي ويو هو، هر قسم جي لباس ۽ زيورن کان بي نياز هئي. جنهن جي سنهري وارن کي ڳاڙهن گلن جي تاج سميٽي رکيو هو.

جڏهن ڪيس منهنجي نگاهن مان معلوم ٿيو ته آئون حيرت جو شڪار آهيان ته چوڻ لڳي:

”ڊڄ نه! آئون جهنگل جي شهزادي آهيان.“

سندس لهجي جي مٺاڻ مون ۾ ڪجهہ همت پيدا ڪئي ۽ مون چيو: ”چا تو جهڙي سهڻي صورت ٻيلي ۾ رهي سگهي ٿي- جيڪو اڪيلائپ ۽ درندن جي رهڻ جو هنڌ آهي؟ توکي پنهنجي زندگيءَ جو مهابو، مون کي سچ ٻڌاءِ، تون ڪير آهين ۽ ڪٿان آئي آهين؟“

هوءَ ڇپر تي ويهي رهي ۽ چيائين: ”آئون فطرت جو راز آهيان.

آئون اها دوشيزه آهيان، جنهن جي پوڄا تنهنجا ابا ڏاڏا ڪندا هئا ۽ جنهن لاءِ هنن 'بعلبڪ' 'افقا' ۽ 'جبيل' ۾ هيڪل ۽ قربان گاهون جوڙايون.

مون چيو:

"اهي هيڪل ڊهي ويا ۽ منهنجن ابن ڏاڏن جون هڏيون مٽيءَ ۾ ملي ويون ۽ هاڻي سندن ديوتائن ۽ مذهبن جا نشان ڪتابن جي ڪجهه ورقن ۾ ئي رهجي ويا آهن ۽ بس!"

هن وراڻيو:

"ڪجهه ديوتا اهڙا بہ آهن جيڪي پنهنجي پوڄيندڙن سان گڏ جيئرا رهندا آهن ۽ انهن سان گڏ مري ويندا آهن ۽ ڪجهه اهڙا بہ آهن، جيڪي ازلي ۽ ابدي الوهيت سان جيئرا رهندا آهن. باقي رهي منهنجي الوهيت سا، ان حسن جي مهرباني آهي، جنهن کي ٿون چئني ڏسائن گهوري ڏسين ٿو. اهو حسن جيڪو رڳو فطرت آهي- جيڪو ماٺرين جي وچ ۾ ريڍارن لاءِ، ٻنين جي وچ ۾ هارين لاءِ ۽ پهاڙين توڙي ساحلن جي وچ ۾ لاڏائو قبيلن لاءِ سعادت جو سرچشمون آهي. اهو حسن جيڪو حڪيم جي لاءِ حقيقت جي اسرار جي ڏاڪڻ آهي.

اهڙي حالت ۾ منهنجي دل جون تارون اهو ڪجهه چئي رهيون هيون، جن کان زبان بي خبر آهي. مون چيو:

"بيشڪ سونهن هڪ سگهه آهي، خوفناڪ ۽ ڀوائتي!"

سندس چپن تي گلن جهڙي مرڪ هئي ۽ نگاهن ۾ زندگي جا اسرار- هن چيو:

"اوهين انسان هر شئي کان ڊڄو ٿا. ايستائين جو پنهنجي ذات کان بہ. اوهين آسمان کان ڊڄو ٿا- حالانڪ هو امن ۽ سلامتيءَ جو سرچشمون آهي. فطرت کان ڊڄو ٿا، حالانڪ هو اطمينان ۽ راحت جو گهوارو آهي. خدائن جي خدا کان ڊڄو ٿا ۽ عداوت ۽ غضب کي

سندس ذات سان منسوب ڪريو ٿا. حالانڪ جيڪڏهن هو محبت ۽ رحم ڪندڙ ڪونهي ته پوءِ ڪجهه به ڪونهي!“

ٿوري دير خاموشيءَ ڪان پوءِ، جنهن ۾ سهڻا خواب مليل رهيا- مون ڪانئس پڇيو:

”ھي حسن ڇا آهي! ڇو ته ماڻهو ان جي ساراهه ۽ تشريح ۾ مختلف راءِ رکن ٿا. بلڪ ائين جيئن هن جي محبت ۽ احترام ۾!“

هن وراڻيو:

”حسن اهو آهي، جنهن طرف تون پاڻمرادو ڇڪجي وڃين: جنهن کي ڏسي تون ڪيس ڏيڻ چاهين، وٺڻ نه! جنهن کي جسم مصيبت ۽ روح عطيو سمجهن. جيڪو رنج ۽ خوشيءَ جي وچ ۾ ٻڌيءَ جو ناتو هجي- جنهن کي روپوشيءَ ۾ تون جلوه ڪري ڏسين. اڻڇاڻائي ۾ سڃاڻو ڏسين ۽ خاموشيءَ ۾ ٻڌندين ٻڌين. جيڪو هڪ سگهه آهي، جنهن جي شروعات تنهنجي ذات جي انتهائي پاڪيزگيءَ مان ٿئي ٿي ۽ انتهائي ان نقطي تي جيڪو تنهنجي ڪان دور آهي.“

جنگهل جي شهزادي منهنجي ويجهو آئي ۽ پنهنجو سرهو هٿ منهنجي اکين تي رکيائين. جڏهن هن پنهنجو هٿ هٽايو ته مون پاڻ کي ماٿريءَ ۾ اڪيلو ڏٺو. آئون اتان موٽي آيس ۽ دل ئي دل ۾ اهو چوندو رهيس ته ”حسن اهو آهي، جنهن کي ڏسي تون ڪجهه ڏيڻ چاهين- وٺڻ نه چاهين.“ ●

# ملاقات

جڏهن رات آسمان جي لباس ۾ تارا ٽانڪي چڪي ته نيل ماٿريءَ مان هڪ حسن پري پنهنجي پرن کي ڦڙڦڙائيندي، رومي سمنڊ تي ڇانيل انهن ڪڪرن جي تخت تي ويهي رهي- جيڪي چنڊ جي شعاعن سبب پتل جا لڳي رهيا هئا. فضا ۾ ترندي روحن جو هڪ ولر سندس سامهون لنگهيو، جيڪو اوچي آواز ۾ چئي رهيو هو:

" پاڪ آهي، پوتر آهي! مصر جي اها ڌيءَ، جنهن جي عظمت سڄي ڌرتيءَ تي ڦهليل آهي."

ان چشمي جي شروعات جي بلندين کان، جيڪا صنوبري جهنڊ کي گهيري ويٺي هئي. هڪ نوجوان جو پاڇو، ساروفيم (هڪ ملائڪ جو نالو) جي هٿن ۾ لپٽيل- اپريو ۽ پريءَ جي ڀرِ ۾ تخت تي ويهي رهيو.

" پاڪ آهي! پوتر آهي! لبنان جو اهو نوجوان جنهن جي بزرگيءَ کان زمانو ڀريل آهي."

جڏهن عاشق محبوب جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽ سندس اکين ۾ اکيون وڌيون ته موجن ۽ هوائن سندن سرڳاڻن کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائي ڇڏيو-

" اليسس جي ڌيءَ! تنهنجو حسن ڪيڏو نه مڪمل آهي ۽ محبت ڪيڏي نه اڻ مٽ!"

" عشروت جا پٽ! تون جوانن ۾ ڪيڏو نه حسين آهين ۽ منهنجو شوق ۽ جذبو ڪيڏو نه گهڻو آهي."

" منهنجي محبت تنهنجي اهرام جيان آهي. منهنجي مٽي! جنهن

ڪي زمانو ڊاهي نہ ٿو سگهي.“

”مختلف قومن جا فلسفہ اولهہ ۽ اوپر مان اچن ٿا. منهنجي مني! تہ جيئن تنهنجي حڪمت مان نفعو ماڻي سگهن ۽ تنهنجا اسرار ۽ رموز معلوم ڪن.“

”دنيا جون وڏيون وڏيون هستيون مختلف ملڪن مان وارد ٿين ٿيون، منهنجا حبيب! تہ جيئن تنهنجي سونهن جي شراب سان مخمور ۽ تنهنجي معافيءَ جي منڊ ۾ مسحور هجن.“

”منهنجي مني! تنهنجو هٿ انهن اڻ ڳڻين نيڪين جو ڪيت آهي، جن سان گنديون ۽ گدام ڀريا ويندا آهن.“

”منهنجا مٺا! تنهنجون ٻانهون منيءَ ٻاڻيءَ جا چشما آهن ۽ تنهنجا ساهہ تڏڙيون هيرون!“

”نيل جا محل ۽ هيڪل! منهجي مني، تنهنجي عظمت جو ڏونڪو وڄائين ٿا ۽ ابوالهول تنهنجي بزرگيءَ جو داستان سڻائي ٿو.“

”تنهنجي ڇاتيءَ جا هي صنوبري وڻ! منهنجا مٺا! تنهنجي شرافت ۽ مهربانيءَ جون نشانيون آهن ۽ تنهنجي آسپاس جا ڪوٽ ۽ قلعا تنهنجي عظمت ۽ بهادريءَ جا ترجمان!“

”آهہ! منهنجي مني! ڪيڏي نہ حسين آهي تنهنجي محبت! ۽ ڪيڏي نہ مٺي آهي تنهنجا اها آشا، جيڪا تنهنجي ارتقا سان لاڳاپيل آهي.“

”آهہ! تون ڪيترو نہ محترم دوست ۽ ڪيڏو نہ وفادار مڙس آهين. تنهنجون سوکڙيون ڪيڏيون نہ حسين ۽ تنهنجي بخشش ڪيتري نفيس آهي. تو، مون وٽ انهن نوجوانن کي موڪليو، جيڪي گهري ننڊ کان پوءِ سجاڳ ٿيا. تو تحفي ۾ مون کي اهو شهسوار عطا ڪيو، جيڪو منهنجي قوم جي هيٺائپ تي غالب پئجي ويو. تو هديي جي طور تي مون کي اهو اديب ڏنو، جنهن منهنجي قوم کي سجاڳ ڪيو ۽ جنهن قوم غيرت کي ڀڙڪايو.“

”مون تو وٽ ٻچ موڪليا، تو انهن کي گل بنايا. مون تو وٽ

ٻوٽا موڪليا ۽ تو انهن کي وڻ بڻايو. تون اهو انوکو باغ آهين. منهنجي مني! جيڪو گلاب ۽ سوسن ۾ جان تو وجهي، سرو ۽ صنوبر کي بلندي تو عطا ڪري!"

"مون کي تنهنجي اکين ۾ غم نظر اچي رهيو آهي، منهنجا حبيب! ڇا تون منهنجي پير ۾ هوندي به غمگين آهين-"

"منهنجا منا! ڪاش مون کي تو جهڙو غم ملي وڃي ۽ هراس جو ڪوبہ اثر باقي منهنجي من تي نہ رهي."

"نيل جي ڌيءَ! ڇا تون قومن کي پياري هوندي بہ ڏڄي رهي آهين؟"

"آئون ان شيطاني جماعت کان ڏڄان ٿي، جيڪا ٻنهنجي مڪارين جي ملاوٽ وسيلي، منهنجي ويجهو اچي رهي آهي. جيڪا ٻنهنجي ٻانهن جي ٻل سان منهنجون واڳون سنڀالي رهي آهي!"

"قومن جي زندگي، منهنجي مني! ماڻهن جي زندگيءَ جيان آهي. ان زندگيءَ کان، جنهن کي آشا عزيز ٿي رکي، جنهن کي ڏپ ٻنهہ ويجهو آهي، جنهن جي چوڌاري خواهشون گهمنديون آهن ۽ جنهن تي مايوسي نگاهون ڄمائي رکندي آهي."

محب ۽ محبوب ٻکجي ويا ۽ چمين جي پيالن ۾ سرهو شراب پيئڻ لڳا. ان دوران روحن جو ميڙ ڳائيندي اتان لنگهيو:

"پاڪ آهي! پاڪ آهي، پوتر آهي اها محبت، جنهن کي عظمت ۽ بزرگيءَ زمين ۽ آسمان کي گهيري رکيو آهي." ●

# قبرستان

ڪالهه، آئون شهر جي هل بڪيڙي کان بيزار ٿي پرسڪون ساوڪ تي وڙڪڻ جي لاءِ نڪتس. هڪ اوچي ٽڪريءَ تي پهچي، جنهن کي فطرت سهڻو لباس پاتو هو، ترسي پيس، مون کي شهر پنهنجي اوچين عمارتن ۽ عاليشان محلن سميت، ڪارخانن جي دونهين جي گهرن ڪڪرن ۾ ڍڪيل نظر اچي رهيو هو.

آئون ويهي رهيس ۽ پري کان انسان جي عملي زندگيءَ جو جائزو وٺڻ لڳس. اها مون کي سراپا "محنت" نظر آئي، مون پنهنجي من ۾ فيصلو ڪيو ته هاڻي انسان جي ان بناوتي زندگيءَ تي بنهه نه ويچاريندس ۽ پنهنجون منهن ان ساوڪ ڏانهن ڦيريم جيڪا نيڻ نهار تائين عظمت خداونديءَ جي جلوه گاهه هئي. مون ڏٺو: ان ساوڪ جي وچ ۾ هڪ قبرستان آهي. جنهن جون قبرون سرو جي وڻ ۾ گهيريل نظر اچي رهيون هيون.

اتي جيئرن ۽ مئلن جي وسنديءَ جي وچ ۾، آئون، هڪ وسنديءَ جي لڳاتار چڪتاڻ ۽ دائمي چرپر ۽ ٻي وسنديءَ تي ڇانيل ماٺار ۽ مستقل سڪون بابت ويٺو سوچي رهيو هئس.

هڪ پاسي آشائون هيون ۽ نااميديون، محبت هئي ۽ نفرت، اميري هئي ۽ غريبي- اعتقاد هو ۽ بي اعتقادي.

۽ ٻئي پاسي مٽيءَ ۾ مٽي هئي. جنهن جي باطن کي ظاهر سان بدلائي، فطرت منجهانس نباتات، پوءِ حيوانات پيدا ڪري ٿي ۽ اهو سڀ ڪجهه رات جي خاموشيءَ ۾ ٿي وڃي ٿو.

آئون پنهنجي ان ئي فڪر ۾ ٻڏل هئس جو منهنجو ڌيان

هوريان هوريان هلندڙ ميڙ ڏانهن ڇڪيو- اکيان اکيان بينڊ هئا، جن جي غم انگيز نغمن سبب فضا تي اداسي ڇانئجي ويئي هئي.

اهو هڪ وڏو ميڙ هو، جنهن ۾ عظمت ۽ اقتدار جا ديوتا شامل هئا. اهو هڪ وڏي رئيس جو جنازو هو. هڪ مئل جون هڏيون هيون. جنهن جي پويان جيئرا ماڻهو پٽڪو ڪندا، واويلا مچائيندا، روڄ راڙو ڪندا، فضا کي غمگين ڪندا هلندا پي آيا.

جنازو قبرستان ۾ پهتو. پادري گڏ ٿيا ۽ لوبان ٻاري مئل جي حق ۾ مغفرت جي دعا گهريائون. هيڏانهن بينڊ وڄائيندڙن هڪ پاسي بيهي غم جي ڌن وڄائي. تنهن کان پوءِ خطيب اڳيان وڌيو ۽ نهايت فصيح ۽ بليغ لفظن ۾ مرڻ واري تي ماتم ڪيائين. پوءِ شاعرن پنهنجا مرثيا پڙهيا، جن ۾ سوزگداز سان گڏ مصنوي لطافتون به هيون. اهو سڀ بيزار ڪندڙ ڏيگهه کان پوءِ ختم ٿيو ۽ ميڙ هوريان هوريان ان قبر تان هليو ويو. جنهن جي ٺاهڻ ۾ گورڪن ۽ انجنيئرن هڪٻئي مٿان برتريءَ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ جنهن جي مٿان پورهيتن جا ٽوپيل هارپيل هئا.

ماڻهو شهر طرف موٽي ويا. پر آئون پري کان سڀ ڪجهه ڏسندو ۽ ويچاريندو رهيس.

سج لهي چڪو هو. پهاڙين ۽ وڻن جا پاڇا ڊگها ٿي ويا هئا ۽ فطرت نور جو لباس لاهڻ شروع ڪيو هو. مون ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ ڏٺو: ٻه ماڻهو ڪاٺ جو هڪ تابوت ڪلهن تي کنيو پي آيا. انهن جي پويان هڪ مائي هئي، جنهن کي ڇتيون لڱل ڪپڙا پهريل هئا. هنج ۾ هڪ کير پياڪ ٻارڙو ۽ پر ۾ هڪ ڪتو هو. جنهن ڪنهن مهل ڏانهس ٿي ڏٺو ته ڪنهن مهل تابوت ڏانهن!

هي هڪ مفلس جو جنازو هو، جنهن جي پٺيان سندس زال هئي. جيڪا آس ۽ نراس ۾ هنجون هاري رهي هئي. سندس هڪ ٻار پنهنجي امڙ کي روئندو ڏسي روئي رهيو هو ۽ هڪ وفادار ڪتو،

جنهن جي رفتار مان سندس رنج ۽ ڏک جو اظهار ٿيو ٿي.

هي ماڻهو قبرستان پهتا ۽ تابوت کي هڪ قبر ۾ لاٿائون. جيڪا سنگ مرمر جي قبر کان دور هڪ ڪنڊ ۾ هئي. تنهن بعد هو ڏکوئيندڙ خاموشيءَ سان واپس وريا. ڪتو بار بار پنهنجي آقا جي آخري آرام گاهه ڏانهن ڏسي رهيو هو. ايستائين جو هو سڀ وٿن ۾ گم ٿي ويا.

ان وقت مون شهر ڏانهن ڏسي پنهنجي دل ۾ چيو:

”هي دولت ۽ قوت وارن جي لاءِ آهي.“

پوءِ قبرستان طرف ڏيان ڏيئي چيم:

”۽ هي به دولت ۽ قوت وارن جي لاءِ آهي!! پوءِ هيڻن ۽ غريب جو وطن ڪٿي آهي. منهنجا رب!؟“ اهو چئي مون ڪڪرن ڏانهن ڏٺو- جن جي ڪنارن تي سج جا حسين ڪرڻا سنهري ٿي ويا هئا.

اندر مان آواز آيم!

”هتي- !“ ●

# خيالن جي راڻي

آئون تدمر [1] جي کنڊرن ۾ پهتس ۽ ٿڪجي گاهه تي ويهي رهيس- جيڪو انهن ٿنين جي وچ ۾ ڦٽو هو، جنهن کي زماني اڪيڙي ڪڍن کوهن ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو هو- جيڪي ائين ٿي لڳا ڄڻ ڪنهن پوائتي جنگ ۾ ڪم ايندڙ سپاهين جا هڏاوان پنجرا هجن. آءُ ان شهر جي وڏين وڏين عمارتن جي تباهيءَ تي ويچارڻ لڳس- جيڪي صحيح سالم ۽ سر سر آٿان ڪان ڏار ٿيون بيٺيون هيون.

جڏهن رات ٿي ۽ مختلف قسمن جي مخلوقات خاموشيءَ جو لباس پهرڻ جو سِهو ڪيو تہ مون محسوس ڪيو تہ ڪي شيون مون کي گهيري رهيون آهن. خوشبو ۽ لوبان جو واس چئني ڏسائن ڦهلجي رهيو آهي ۽ هڪ پيالو مون کي پيش ڪيو ويو آهي، جيڪو مون ڪنهن اڻ ڇاتل قوت جي اثر هيٺ پيئڻ شروع ڪيو آهي ۽ مون کي انهن ڳجهن هٿن جو احساس ٿيو جيڪي منهنجي عقل کي ورهائي رهيا هئا. منهنجون اکيون پوتجي رهيون هيون ۽ منهنجي آتما کي ان جي بند مان آزاد ڪري رهيا هئا. تنهن کان پوءِ زمين ۾ ڇڪ جهڙي ۽ فضا ۾ لرزش جهڙي ڪيفيت پيدا ٿي.

هڪ طلسمي قوت ڪان عاجز ٿي مون ٽپ ڏنو ۽ پاڻ کي هڪ باغ ۾ ڏٺم، جنهن جو تصور بہ انسان جي قدرت کان ٻاهر آهي. مون سان گڏ خوبصورت جوانڙين جو جڳهٽو هو. جن جو جسم حسن کان سواءِ هر لباس کان عاري هو. جيڪي منهنجي پر پاسي وڙڪي رهيون هيون، پر سندن پير گاهه کي نہ پي ڇهيا.

---

[1] (شام جو هڪ قديم شهر)

جيڪي ابديت جو گيت آلاپي رهيون هيون. جنهن جي ترڪيب محبت جي سپنن مان ٿي هئي ۽ عاج جا نڙ وڇائي رهيون هيون. هڪ وشال هنڌ تي پهچي، جنهن جي وچ ۾ طائوس تخت وڇايل هو ۽ چئني پاسن اها من موهيندڙ ساوڪ هئي- جنهن مان اندلٽي رنگن جون روشنيون ڦٽي رهيون هيون. اهي ڇوڪريون ڪاٻي ۽ ساڄي پاسي بيهي رهيون ۽ سندن آواز ۾ بلندي پيدا ٿيندي ويئي. ۽ هو ان پاسي ڏسڻ لڳيون جتان ڪان لوبان جي واس جي سرهاڻ اچي رهي هئي، اوچتو گلن سان پريل تارين مان، هڪ راڻي نمودار ٿي ۽ نهايت شان ۽ مان سان هلندي اچي تخت تي ويٺي ۽ برف جهڙن اڇن ڪبوترن جو هڪ ولر آسمان مان لهي سندس قدمن ۾ چنڀ جيان دائري ۾ ويهي رهيا.

اهو سڀ ان حال ۾ ٿيو جو حسينائون راڻيءَ جي عظمت جا ڳيچ ڳائي رهيون هيون ۽ عود ۽ لوبان جو دونهون سندس تعظيم جي لاءِ ٿنين جيان اٿي رهيو هو- آئون حيرت ۾ راڻيءَ جي سامهون بيٺو اهو سڀ ڪجهه ڏسي رهيو هئس جيڪو انسان جي اک، اڳ ڪڏهن به نه ڏٺو ۽ ٻڌو هجي. جنهن سان آدم جي اولاد جي ڪن ڪڏهن به آشنا نه ٿيا اهن.

راڻيءَ هٿ جو اشارو ڪيو ۽ هر حرڪت سڪون ۾ بدلجي وئي، تنهن ڪان پوءِ هڪ اهڙو آواز جنهن منهنجي روح کي اهڙي طرح حرڪت ۾ آڻي ڇڏيو، جهڙي طرح موسيقار جو هٿ ساز جي تارن کي حرڪت ۾ آڻي ٿو ۽ جنهن ان طلسمي دائري کي اهڙو ته متاثر ڪيو جو هر شئي پنهنجي پهڻ لڳي رهي هئي، هن چيو؛

”اي آدم زاد! مون توکي گهرايو آهي جو آئون خيالن جي پوترتا جي پروردگار آهيان. مون توکي پنهنجي حضور ۾ گهرايو آهي، آئون خوابن جي جهنگل جي راڻي آهيان!! منهنجون ڳالهيون ڌيان ڌري ٻڌ ۽ انهن کي پنهنجي هم- جنسن اڳيان دهرائج!

چڻ! خيال جي مملڪت، شاديءَ جو گهر آهي، جنهن جي چوڪيداري هڪ سرڪش ديو ڪري ٿو. ان گهر ۾ ڪوبه ايستائين گهڙي نه ٿو سگهي، جيستائين ڪيس شاديءَ جو لباس پاتل نه هجي.

چڻ! هوءَ هڪ جنت آهي، جنهن جي حفاظت محبت جا فرشتا ڪن ٿا. ان جنت کي اهو ئي ڏسي سگهي ٿو، جنهن جي نرڙ تي محبت جو نشان هجي! اهو تصورات جو هڪ سرسبز باغ آهي، جنهن جون نهرون شراب جيان مائيون ۽ خوشگوار آهن جنهن جا پکي جيان اڏرن ٿا ۽ جنهن جي گلن مان مشڪ ۽ عنبر جي سرهاڻ ڦٽي ٿي. ان باغ ۾ خيال پرست کان سواءِ ٻيو ڪو قدم به رکي نه ٿو سگهي.

انسان کي چڻ! ته مون ڪيس سرور سان ڀريل هڪ جام عطا ڪيو آهي، پر هن پنهنجي جهالت سبب ڪيس اونڌو ڪري ڇڏيو. اهو ڏسي ظلمت جو فرشتو آيو ۽ ان جام کي غم سان ٽمٽار ڪيو. هو بدنصيب ان کي پي ويو ۽ مدهوش ۽ بي خبر ٿي ويو.

چئو! زندگيءَ کي ڇيڙڻ فقط انهن ماڻهن جو ڪم آهي جن جي آڱرين منهنجي دامن کي ڇهيو هجي ۽ جن جي اکين منهنجي تخت کي ڏٺو هجي. تنهنڪري اشعيا پنهنجي حڪمت جا موتي منهنجي محبت ۾ پوتا آهن. يوحنا پنهنجو سپنو منهنجي زبان سان بيان ڪيو آهي ۽ ڊانتي عالم برزخ جون راهون منهنجي سونهن ۾ طئي ڪيون آهن- آئون اهو مجاز آهيان جنهن جا سرا حقيقت سان ملن ٿا. آئون اها حقيقت آهيان، جيڪا روح جي وجدانيت جو اظهار ٿي ڪري ۽ اهو شاهد آهيان، جنهن سان ديوتائن جي عملن ۾ حسن ۽ پاڪيزگي پيدا ٿئي ٿي.

چڻ! فڪر جي لاءِ هن مادي عالم کان اوچو هڪ ٻيو عالم آهي، جنهن کي آسمان کي سرور جا ڪڪر خراب نه ٿا ڪن ۽

هيڪلائپ جي لاءِ آسمان تي جڙيل ڪجهہ تصويرون آهن، جن جو عڪس روح جي آئيني تي پوي ٿو- انهن خوشبوءِ جي خواهشن کي عام ڪرڻ لاءِ، جيڪي ڪيس دينوي زندگيءَ مان ڇوٽڪارو ملڻ ڪان پوءِ حاصل ٿينديون.

خيالن جي راٽيءَ جي سحر آفرين نگاهن مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ منهنجي ڀڙڪندڙ چپن کي چميو ۽ چوڻ لڳي: "چٺ! جيڪو پنهنجا ڏينهن ۽ راتيون خيالن ۽ خوابن جي دنيا ۾ نہ ٿو بسر ڪري، اهو ڏينهن ۽ راتين جو غلام ٿو رهي."

ان وقت خوبصورت ڇوڪرين جا آواز بلند ٿيا. عود ۽ لوبان جو دونهون بلند ٿيو ۽ خواب منهنجي نگاهن ۾ گم ٿي ويا. زمين ۾ چڪ پيدا ٿي ۽ فضا ۾ لرزش جي ڪيفيت پيدا ٿي ۽ آءٌ هاڻ وري انهن غمگين ڪنڊرن ۾ هئس.

صبح مرڪي رهيو هئو ۽ منهنجي زبان ۾ چپن تي هي لفظ هئا!

"جيڪو پنهنجا ڏينهن ۽ راتيون خيالن ۽ خوابن جي دنيا ۾ نہ ٿو بسر ڪري اهو ڏينهن ۽ راتين جو غلام ٿو رهي!". ●

# زندگي

زندگيءَ مون کي جوانيءَ جي پهاڙ جي دامن ۾ آئي بيهاريو ۽ پويان اشارو ڪيو. مون مڙي ڏٺو تہ هڪ عجيب غريب شهر نظر آيم، جيڪو هڪ هموار زمين جي ڇاتيءَ تي آباد هيو. ان شهر ۾ ڀانت ڀانت جا اولڙا ۽ رنگبرنگي ڦڙا گردش ڪري رهيا هئا ۽ انهن مٿان هڪ نازڪ ڏنڊ جو نقاب پيل هو. جيڪو ڄاڻ ان کي نگاهن کان اوجهل ڪرڻ وارو هو-

مون پڇيو:

"زندگي! هي ڇا آهي؟"

هن چيو:

"ڏيان سان ڏس! هيءَ ماضيءَ جو ڏيهہ آهي."

مون ڌيان سان ڏٺو تہ مون کي عملن جا اسڪول، ننڊ جي ٻانهن هيٺان، ديون جيان ويٺل نظر آيا. قولن جون مستيون مايوسيءَ جون رڙيون ڪنديون ۽ آشائن جا راڳ الاپينديون ان جو طواف ڪري رهيون هيون. مذهب جي هيڪلن کي ڪڏهن يقين اڏيندو آهي تہ ڪڏهن شڪ ڊاهي ڇڏيندو آهي، فڪرن جا مينار آسمان ڏانهن اهڙي طرح اوچا آهن گويا پينڌراتن جا هٿ هجن. اميدن جا رستا ائين پکڙبا ويا، جيئن ٽڪرين وچان دريا- اسرار جا خزانا، جن جي حفاظت رازداري ڪري رهي هئي، ڳولا جي شوقين ڌاڙيلن لٽي ورتا آهن- چڙهت ۽ پيش قدميءَ جي قلعن ۾ جن کي همت جوڙيو هو، خوف ۽ هراس ڏار وجهي ڇڏيا آهن. خوابن جا محل، جن کي راتين سجايو هو، سجاڳيءَ ويران ڪري ڇڏيو آهي- ننڍيون ننڍيون

جهوپڙيون، ڪمزوريءَ جي رهائش آهي، تنهاين جي يونيورسٽين ۾ انڪار جي ذات ويٺل آهي. علم ۽ فن جون محفلون جن ڪي عقل روشن ڪيو هو. جهالت جي هٿان وسامي ويون آهن. محبت جي شراب خانن ۾ عاشق بي هوش پيا آهن ۽ غفلت ۽ بي خبري سندن مذاق اڏائي رهي آهي. انساني عمر جي اسٽيج تي- جيڪو ڪڏهن زندگيءَ جي ڊرامن جي نمائش لاءِ وقف هو- موت اچي پنهنجو الميو ختم ڪري ڇڏيو آهي.

هي ماضيءَ جو ڏيهه آهي. جيڪو دور به آهي ته ويجهو به.
نگاهن جي سامهون به آهي ته انهن کان پري به.
زندگيءَ وک ڪنئي ۽ چوڻ لڳي:
”بس هاڻي اُٿ! گهڻي دير ٿي ويئي آهي.“
مون پڇيو:
”زندگي! هاڻي ڪيڏانهن هلڻ جو ارادو اٿئي.“
هن وراڻيو:
”مستقبل جي شهر ڏانهن!“
مون درخواست ڪئي:
”گهڙي ڪن جي لاءِ ٻيهي رهه! جو آئون هلندي هلندي ٿڪجي پيو آهيان، تڪرين منهنجي پيرن کي پٿون- ۽ ڏکين رستن منهنجي هلڻ جي سگهه کسي ورتي آهي.
زندگيءَ بيزاريءَ مان چيو:
”اُٿ تڪڙو هل! ترسڻ پاڙيائپ آهي. ماضيءَ جي ڏيهه کي ڏسڻ جهالت آهي.“ ●

# سعادت جو گهر

منهنجي دل منهنجي سيني ۾ بيزار ٿي پيئي ۽ مون کي ڇڏي سعادت جي گهر هلي ويئي، ان حرم ۾ پهچي، جنهن کي نفس پوتر ڪيو آهي، هو حيران ۽ پريشان بيهي رهيو. ان لاءِ جو، هن اتي اهي شيون نہ ڏٺيون، جن جو هو اڄ تائين تصور ڪندو پئي آيو هو، اتي ڪيس سگهہ، حال ۽ اقتدار ڪجهہ بہ نظر نہ آيو، اتي هن، حسن جي نوجوان پيڪر، سندس زال، محبت جي ڌيءَ ۽ ان جي ٻارڙي حڪمت کان سواءِ ڪنهن کي بہ نہ ڏٺو.

منهنجي من محبت جي ڌيءَ کان پڇيو:

”محبت! قناعت ڪٿي آهي. مون ٻڌو آهي تہ هوءَ توسان گڏ هن گهر ۾ رهي ٿي؟“

هن ورائيو:

”قناعت، نصيحت جي لاءِ شهر ۾ ويئي آهي. جتي خوف ۽ حرص جو سلسلو هلندڙ آهي، اسين ان جا محتاج نہ آهيون. سعادت کي قناعت جي ڪابہ خواهش نہ آهي- تنهنڪري سعادت اهو شوق آهي، جنهن سان وصال هڪين پيل آهي.... سرمدي روح ڪڏهن بہ مطمئن نہ ٿيندو آهي. تنهنڪري هوءَ ڪمال کي چاهي ٿي ۽ ڪمال هڪ سلسلو آهي ڏکهو... ۽ اڻ- ڪٽ سلسلو....

هاڻي منهنجي من حسن جي جوان پيڪر کان سوال پڇيو:

”سهڻا! مون کي عورت جو راز سمجهاءِ... جو تون ئي معرفت آهين.“

هن ورائيو:

”عورت اها شيءِ آهي! اي انسان جا من! جا تنهنجي ڪيفيت آهي، سائي ان جي به ڪيفيت آهي!! عورت آئون آهيان- ٿون جتي به هوندو آهيان- هوءَ به اتي ئي هوندي آهي، عورت مذهب آهي، جيڪڏهن اڻ ڇاتن ان ۾ ڪا تبديلي نہ ڪئي آهي تہ هوءَ مڪمل سنهيو آهي، جيڪڏهن ڪڪرن ڪيس گم نہ ڪري ڇڏيو هجي تہ هوءَ ملڪ آهي جيڪڏهن سندس پلئہ شر ۽ فساد جي داغ کان پاڪ آهي.“

هاڻي منهنجو من حسن ۽ محبت جي ڏيءَ وٽ ويو ۽ ان کي چيائين:

”مون کي حڪمت عطا ڪر! تہ جيئن ان کي آءٌ انسانن وٽ وٺي وڃان.“

هن وراڻيو:

”انسان کي ڇڏي ڇڏ! تہ حڪمت اها سعادت آهي، جيڪا ان جي نفس جي انتهائي پاڪيزگين مان جنم ٿي وٺي، نہ اها جيڪا ٻاهران ٿي اچي-“ ●

# بي زبان جانور

”بي زبان جانورن جي نگاهن ۾ هڪ ڪلام آهي، جنهن کي حڪيم سمجهي ٿو“ - (هندي شاعر)

هڪ ڏينهن شام جو، جڏهن منهنجا تصور منهنجي عقل تي غالب پئجي ويا هئا، آئون گهران نڪتس ۽ شهر جي مختلف گهٽين مان هلڻ لڳس ۽ هڪ خالي گهر جي سامهون پهچي بيهي رهيس. گهر جي حالت مان لڳو ٿي ته اهو سالن کان ويران آهي ۽ ان تي ڪا ڏکوئيندڙ آفت نازل ٿي آهي. مون ڏٺو ته هڪ ڪتو ڌڌڙ ۾ پيوت پيو هو. جسم ڪمزور ۽ زخمن کان ڇُور ڇُور هئس ۽ بيماريءَ ڪيس هڏائون پنجرو ڪري ڇڏيو هو- سندس نگاهون اولهه طرف لهندڙ سج تي ڪتل هيون. سندس اکين کي ذلت جي اولڙن اونداهو ڪري ڇڏيو هو ۽ نااميدي انهن مان جهلڪون ڏيئي رهي هئي. گويا هن چاتو ٿي ته سج هن ويران هنڌ کان، جيڪو ڪمزور جانور کي ستائيندڙ نينگرن جي پهچ کان پري آهي، پنهنجي حرارت واپس وٺڻ شروع ڪئي آهي ۽ ان لاءِ هو ڪيس افسوسناڪ الوداعي نگاهن سان تڪي رهيو هو- آئون هوريان هوريان ڏانهس ويس، من ۾ اها خواهش هيم ته آئون جيڪڏهن هن جي زبان ۾ ڳالهائي سگهان ها ته ڪر ڪيس سندس تڪليفن تي دم دلاسو ڏيان ها ۽ هن مصيبت ۾ ساڻس همدردي ڪيان. جڏهن آئون سندس ويجهو پهتس ته هن مون کان ڊڄي، پنهنجي ختم ٿيندڙ زندگيءَ جي سموري سگهه سهيڙي اها ڪوشش ڪئي ته هو پنهنجي ٽنگن جي سهاري اتان هليو وڃي، جن کي بيماري مفلوج

بنائي ڇڏيو هو ۽ جن جي موت حفاظت ڪري رهيو- پر هو پنهنجي جڳهه تان اٿي نه سگهيو ۽ مون کي گهورڻ لڳو. سندس نگاهن ۾ دک، ڪرب، تلخي، نفرت ۽ رحم طلبيءَ جون ريکائون هيون، سندس نگاهن ۾ جهڪاءَ سان گڏ ملامت به هئي- سندس نگاهون جيڪي انسان جي زبان کان وڌيڪ فصيح ۽ عورت جي لڙڪن کان وڌيڪ بليغ هيون.

جڏهن منهنجون نگاهون، هن جي غمگين نگاهن سان مليون ته منهنجن جذبن ۾ حرڪت پيدا ٿي ۽ احساس سجاڳ ٿيڻ لڳو، مون سندس نگاهن سان نگاهون ملايون ۽ انساني ڪلام جو لباس اوڍايم. هو نگاهون چئي رهيون هيون:

”مون تي جيڪو ڪجهه وهي واپري رهيو آهي، اهو منهنجي لاءِ ڪوڙ آهي، مون انسانن جا جيترا ظلم سنا آهن ۽ بيماريءَ جون جيتريون اذيتون پوڳيون اٿم، اهي منهنجي لاءِ گهٽيون آهن- وڃ! مون تي ۽ منهنجي سڪون تي رحم ڪر! مون کي سج جي حرارت مان جيون جون ڪجهه گهڙيون حاصل ڪرڻ ڏي!!. آئون ابن آدم جي ظلم ۽ ڪنورتا کان پڃي هن مٽيءَ جي ڍڳ تي اچي پيو آهيان، جيڪا انهن جي دلين کان وڌيڪ نرم آهي- هن ويرانيءَ ۾ اچي لڪو آهيان، جيڪا وحشت ۾ هن کان گهٽي گهٽ آهي- مون وٽان هليو وڃ! جو تون به زمين جي انهن ئي رهندڙن منجهان آهين، جن جا فيصلا اڌورا ۽ انصاف کان عاري هوندا آهن.

آئون هڪ هيچ جانور آهيان، پر مون زندگي ۾ انسانن جي خدمت ڪئي آهي، انهن جي گهر جو مخلص ۽ وفادار ٿي رهيو آهيان. مون سندن حفاظت ۽ جاسوسيءَ جا فرض سرانجام ڏنا آهن. آئون انهن جي غمي ۽ خوشيءَ ۾ ساڻ گڏ رهيو آهيان. سندن غير موجودگيءَ ۾ ڪين ياد ڪندو هوس ۽ سندن اچڻ تي خوشيءَ ۾ نه ماپندو هئس- مون هنن جي دسترخوان جي ٽڪرن پورن تي قناعت

ڪٺي ۽ سندن چوسيل هڏين کي پنهنجي لاءِ نعمت سمجهيم، پر جڏهن آئون پوڙهو ٿيس، بيمارين اچي مون کي سوڪهو ڪيو ته هنن مون کي ڌڪي ٻاهر ڪڍيو پوءِ گهٽين جي بي رحم ڇوڪرن جو رانديڪو، بيمارين جي تيرن جو نشانو ۽ هر قسم جي غلاظت جو مرڪز بنائي ڇڏيو.

اي آدم جا پٽ! آئون هڪ ڪمزور جانور آهيان. پر مون ۾ ۽ تنهنجن انهن ڪيترن ڪمزور ڀائرن ۾ هڪ جهڙائي آهي، جن جي سگهه جواب ڏيئي ويندي آهي ته ٽڪر ٽُڪر لاءِ به محتاج بنجي ويندا آهن ۽ تباهيءَ جي اونهينءَ کاهيءَ ۾ ڪري پوندا آهن.

آئون انهن سپاهين مثل آهيان، جيڪي جوانيءَ ۾ پنهنجي وطن پاران وڙهندا آهن ۽ ٻڍاپڻ ۾ ٻني- ٻارو ڪندا آهن. پر جڏهن سندن هٿ پير بيڪار ٿي ويندا آهن ته کين ڌڪا ڏيئي ڪڍيو ويندو آهي ۽ کين وساريو ويندو آهي.

آئون ان عورت جيان آهيان، جيڪا پنهنجي جواني کي جوان دل جي تفريح جي لاءِ ٺاهي جوڙي ٿي- زال بنجي، سڄي رات ٻارن کي پالڻ لاءِ جاڳي ٿي، پڪي عمر جي ٿي مستقبل جي لاءِ تڪليفون ۽ مصيبتون سهي ٿي ۽ جڏهن پوڙهي ٿي وڃي ته مڪروه شيءِ سمجهي بلڪل وساري وڃي ٿي.... آهه! اي انسان تون ڪيترو نه ظالم ۽ سنگدل آهين!"

هن جانور... ڪتي... جون نگاهون ڳالهائي رهيون هيون. منهنجو من سمجهي رهيو هو- منهنجي ذهن جو اهو عالم هو ته ڪنهن مهل هن بي زبان جانور تي رحم تي ڪاڏائين ته ڪنهن مهل پنهنجي جنس وارن (انسانن) جي ٻوائتي تصور سبب ڪنبي ٿي ويئي.

جڏهن ان ڪتي اکيون ٻوٽي ڇڏيون ته مون ڪيس وڌيڪ پريشان ڪرڻ مناسب نه سمجهيو ۽ اتان هليو ويس. ●

# گل جو گيت

آءُ اهو ڪلمون آهيان جنهن کي فطرت پنهنجي زبان سان ادا ڪيو ۽ پوءِ واپس وٺي پنهنجي دل جي گهراين ۾ لڪائي ڇڏيو ۽ ان ڪان پوءِ وري ٻيهر ادا ڪيو.

آءُ اهو ستارو آهيان جيڪو آسمان جي بلندين مان سرسبز ماٿرين ۾ لٿو آهي.

آءُ عنصرن جو اولاد آهيان، جنهن جي تخليق سياري ۾ ٿي- آءُ بهار جي ڪک مان پيدا ٿيس، جنهن کي جوڀن گرميءَ جي مند ڏني ۽ سرءُ سا ڙي ڇڏيو.

آءُ عاشق لاءِ سوکڙي آهيان- آءُ شادي جو تاج آهيان- آءُ جيئري پاران مئل جي خدمت ۾ آخري سوکڙي آهيان- آءُ صبح جو سوير روشنيءَ جي اچڻ جي اعلان ۾ سج جي ڪرڻن جو مددگار آهيان ۽ شام جو کيس الوداع چوڻ وارو ۽ پکين جي ولر سان گڏ اڏامڻ وارو آهيان.

آءُ ميدانن ۾ تڙي انهن کي سونهن بخشيان ٿو ۽ هوا ۾ ساهه کڻي ان ۾ سڳنڌ ڦهلايان ٿو. آءُ ننڊ سان ڇهنان ٿو ۽ رات جو بي شمار اکڙيون مون تي ڪري پون ٿيون ۽ صبح جو سجاڳيءَ جي گهر ڪريان ٿو ته جيئن ڏينهن جي اکڙين ۾ پنهنجون اکڙيون اٽڪايان.

آءُ ماڪ جو شراب پيان ٿو، ڪوئل جا گيت ٻڌان ٿو ۽ وڻ جي تارين جي لئي تي نچان ٿو، آءُ روشني لاءِ هميشه بلندين ڏانهن ڏسندو رهيان ٿو. پنهنجو پاڇ ڏانهن ڪڏهن به ڪين ڏٺو اٿم ۽ نه پنهنجي پاڇي ڏانهن ئي ڪڏهن نهاريان ٿو- هيءَ هڪ اهڙي حڪمت آهي، جنهن کان انسان اڃان تائين اڻ واقف آهي. ●

# عورت

مون پنهنجي دوست کي چيو:

”هن عورت کي ڏس، ڪالهہ منهنجي پير ۾ ويٺي هئي ۽ اڄ هن مرد جي پير ۾ ويٺي آهي.“

منهنجي دوست جواب ڏنو:

”۽ سڀاڻي منهنجي پير ۾ ويٺل هوندي.“

مون چيو:

”ڏس! ڪالهہ منهنجي ڪڇ ۾ هئي ۽ اڄ هن جي ڪڇ جي زينت آهي.“

هن ورندي ڏني:

”۽ سڀاڻي منهنجي ڪڇ جي زينت هوندي!“

مون چيو:

”ڏس! ڪالهہ هوءَ منهنجي مٺ مان مڌ جا پيالا ڀري پي رهي هئي ۽ اڄ هن جي مٺ مان پي رهي آهي.“

هن جواب ڏنو:

”۽ سڀاڻي منهنجي مٺ مان پيئندي.“

مون چيو:

ڏس! ڪالهہ هوءَ محبت ڀرين نظرن ڪان اکيون بچائي مون کي ڏسي رهي هئي ۽ اڄ هن کي ڏسي رهي آهي.“

هن ورندي ڏني:

”۽ سڀاڻي مون ڏانهن ڏسندي.“

مون چيو:

”ڏس! ڪالهه هوءَ هوريان هوريان مون سان پيار پريا گيت ڳائي رهي هئي ۽ اڄ هن سان ڳائي رهي آهي.“

هن ورندي ڏني؛

”۽ سڀاڻي هوءَ منهنجي پٽ ۾ ويهي ڳائيندي!“

مون چيو:

ڏس! ڪالهه هوءَ مون تي مست هئي ۽ اڄ هن تي مست آهي.“

هن ورندي ڏني؛

”۽ سڀاڻي مون سان مست هوندي.“

مون چيو:

”عورت ڪيڏي نه عجيب آهي؟“

هن ورندي ڏني؛

”هوءَ زندگيءَ جي مثل آهي ۽ هر انسان جي ڪي اپنائي ٿي! موت جي مثل آهي جيڪو هر شخص تي غالب اچي ٿو!! ابديت جي مثل آهي جيڪا هر انسان کي پاڻ ۾ جذب ڪري وٺي ٿي.“ ●

# شاعر

هڪ ڪڙي، جيڪا هن عالم ڪي ايندڙ جهان سان ڳنڍي ٿي!
هڪ مٺو چشمو، جنهن مان اُڃايل روح پاڻي پيئن ٿا.

حسن جي درياءَ جي ڪنڌيءَ تي هڪ وڻ، جنهن جا پڪل ميوا بکايل دلين جي غذا آهن.

ڪلام جي لامن تي لڏندڙ بلبل، جنهن جا گيت جسم جي خلائن کي سرور ۽ ساڃهه سان ڀريو ڇڏين.

هڪ اڇو ڪڪر، جيڪو شفق تي نمودار ٿي پکڙجي ٿو، بلند ٿئي ٿو ۽ آسمان تي ڇانئجي وڃي ٿو. پوءِ وسي ٿو تہ جيئن زندگيءَ جي باغيچي جي گلن کي سيراب ڪري.

هڪ پکڙيل روشني، جنهن کي اونده لڪائي سگهي ٿي، پر ان تي غالب اچي نٿي سگهي.

هڪ ڏيئو جنهن ۾ محبت جي ديوي 'عشروت' تيل وڌو ۽ موسيقيءَ جي ديوتا 'اپالو' کيس روشن ڪيو! هڪ اڪيلو انسان، جنهن جو لباس، سادگي غذا ۽ نرمي آهي. جيڪو حيات جي وڻ جي ڇانوري ۾ ويهي ايجاد ۽ آزمائش جا سبق پڙهي ٿو ۽ رات جي خاموشيءَ ۾ جاڳي روح جي نزول جو اوسيئڙو ڪري ٿو.

هڪ هاري جيڪو احساس جي ٻنيءَ ۾ پنهنجي دل جا ٻج ڇٽي ٿو ۽ جيڪي انهن سرسبز سلن جي شڪل ۾ ايرن ٿا، جنهن کي انسانيت پنهنجي خوراڪ بنائي ٿي.

هي آهي اهو ڪوي! جنهن کي جيئري ماڻهن ڪنگهيو بہ ڪونہ ۽ سندس ملهہ تڏهين ڪٿين ٿا، جڏهن هو هن دنيا مان موڪلائي

چڪو هجي ٿو.

هي اهو آهي جيڪو انسان کان هڪ هلڪي مُرڪ کان سواءِ ٻي ڪابہ طلب نٿو ڪري. هي اهو آهي جنهن جو نفس بلند هوندو آهي ۽ جيڪو فضا کي جيئرن ۽ وڻندڙ ڇانورن سان ڀري ٿو ڇڏي. پر انسان ڪيس ڪاٽڻ لاءِ مانيءَ جو ٽڪرو ۽ رهڻ لاءِ زمين جو ٽڪرو ڏيڻ لاءِ بہ راضي ڪونهي.

اي انسان! ڪيستائين؟... انهن ماڻهن جي لاءِ فخر ۽ سرهائيءَ جا گهر اڏيندو رهندين، جيڪي زمين کي رت جي ڇنڊن سان رنگين ڪن ٿا. ڪيستائين بي پرواهي سان انهن ماڻهن جي مهانتا کان اکيون ٻوٽي رکندين، جن پنهنجي سگهہ ۽ صلاحيت تنهنجي امن ۽ سلامتيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. تون ڪيستائين قاتلن ۽ اهڙن ماڻهن جي عزت ڪندو رهندين، جن تنهنجي ڳچيءَ ۾ غلاميءَ جا ڳٽ وڌا آهن ۽ ڪيستائين انهن هستين کي فراموش ڪندو رهندين، جيڪي رات جي اونداهيءَ ۾ پنهنجي اکين جو نور نچوئن ٿا، تہ جيئن توکي ڏينهن جي سهائيءَ جو نظارو ڪرڻ سيکارين ۽ سڄي ڄمار بدبختيءَ جي ڄار ۾ ڦاٿل رهن ٿا، ان خيال کان تہ متان تون خوشبختيءَ جي لذت کي وڃائي نہ ويهين ۽ اوهين اي شاعرو!- هن زندگيءَ کي زندگيءَ جو روپ ڏيڻ وارؤ! توهين قومن جي سنگدليءَ کان تنگ ٿي قومن تي غالب پئجي ويا آهيو ۽ غرور جي ڪنڊن سان غضبناڪ ٿي توهان غار (١) جي واپارين کي ٿيڙي پڪيڙي ڇڏيو آهي!

اي شاعرو! اوهان ماڻهن جي دلين تي تہ ديرا ڄمايا آهن ۽ اوهان جي قبضي جي ڪا حد ڪونهي. ●

(١) وڻ جو نالو – مترجم.

# ٻرندڙ ٻول

منهنجي قبر تي لکو:

هتي اهو ماڻهو دفن آهي، جنهن جو نالو پاڻيءَ تي لکيو ويو هو. (ڪيٽس)

ڇا راتيون اسان جي لاءِ ائين ئي گذرنديون رهنديون. ڇا وقت جي وڪن هيٺان اسين ائين ئي لتاڙبا رهباسين؟ ڇا قومون پنهنجي پاتالن ۾ اسان کي ائين ئي ويڙهي رکنديون ۽ اسان جي نالي کان سواءِ، جنهن کي هو مس بدران پاڻيءَ سان روزگار جي ڪتاب تي لکندا، اسان جي ڪوبه حفاظت نه ڪندو؟

ڇا هي روشني وسامي ويندي؟ هيءَ محبت فنا ٿي ويندي؟ ۽ هي خواهشون ميسارجي وينديون؟

ڇا موت هر ان شيءِ کي ختم ڪري ڇڏيندو، جنهن کي اسان ناهيو آهي؟ ڇا هوا هر ان ڳالهه کي منتشر ڪري ڇڏيندي، جيڪي اسان جي وات مان نڪتي آهي؟ ڇا اونداهي هر ان فعل کي لڪائي ڇڏيندي، جيڪو اسان ڪيو آهي؟ ڇا اهائي "زندگي" آهي؟ ڇا اهو ئي "ماضي، آهي؟ جيڪو اهڙي نموني گذري ويو، جو ان جا نشان به اسان جي اکين کان اوجهل ٿيل آهن! ڇا اهو ئي "حال" آهي، جيڪو "مستقبل" آهي، جيڪو "حال" يا "ماضي" کان سواءِ بلڪل بي معنيٰ آهي!

ڇا اسان جي دلين جون مڙئي سرهائيون ۽ اسان جي روحن جا سمورا غم ختم ٿي ويندا؟ ۽ انهن کان سواءِ اسين انهن جي نتيجن کان واقف هونداسين؟؟

ڇا انسان ائين ئي رهندو؟ ان ڦوٽي مثل، جيڪو ٿوري دير لاءِ پاڻيءَ جي مٿان اڀري ٿو، پر جڏهن هوا جو جهونڪو ڪيس ڇهي ٿو ته ڦسي ٿو پوي ڇڻ ڪڏهن هوئي ڪونه!

”نه! پنهنجي زندگيءَ جو قسم! ڪڏهن به نه-“ زندگيءَ جي حقيقت زندگي آهي. اها زندگي، جنهن جي شروعات ماءُ جي ’رحم‘ مان ٿئي ٿي. نه پڇاڙي قبر ۾- اهي سال ۽ مهينا ان ازلي ۽ ابدي حيات جي هڪ گهڙيءَ کان سواءِ ڪجهه به ڪونهن؟ اها ظاهري زندگي، پنهنجن مڙني ناتن سان گڏ هڪ ننڊ آهي. ان سجاڳيءَ سان لڳ جنهن کي اسين ”يوائتو موت“ سڏيون ٿا. هڪ اهڙو خواب آهي، جنهن ۾ اسين جيڪو ڪجهه ڏسون ٿا ۽ ڪريون ٿا، سو الاهي بقا سان لاڳاپيل آهي!

فضا، انهن مڙني مرڪن ۽ آهن کي پنهنجي نرم هنج ۾ وٺي ٿي، جيڪي اسان جي دلين مان نڪرن ٿيون ۽ انهن چمين جي آواز کي محفوظ ڪري ٿي وٺي، جنهن جو سرچشمو محبت آهي. فرشتا، لڙڪن جي انهن ڦڙن کي نگاهه ۾ رکن ٿا، جن کي اسان جي غم اکين مان وهايو آهي ۽ اهي گيت، جيڪي فضا جي بلندين ۾ اڏامندڙ روح پڌن ٿا. جن کي فرحت اسان جي محسوسات ۾ پيدا ڪري ٿي.

اتي، ايندڙ زندگيءَ ۾، اسين پنهنجن جذبن جون مڙئي موجون ۽ پنهنجي دل جون سيئي ڌڙڪنون ڏسنداسين. اتي اسين پنهنجي الوهيت کي ڏسنداسين جنهن کي هيستائين اسان مايوسي ۽ نااميدي جي آڌار تي حقارت سان سڏيندا آهيون.

گمراهي- جنهن کي اڄ اسين هيڻائيءَ جي نالي سان سڏيون ٿا، سڀاڻي اسان جي هستي جو اهو حلقو بنجي پڌري ٿيندي، جيڪو انساني زندگيءَ جي تڪميل جي لاءِ ضروري آهي.

پورهيو- جنهن کي هاڻ اسين سهپ کان ٻاهر ٿا سمجهون، انسان سان جيئرو رهندو ۽ انسان جي عظمت ۽ بزرگيءَ جو سبب بنجندو.

تڪليف- جيڪا اڄ اسين خوامخواه سهي رهيا آهيون، سڀائي اسان جي سر جو تاج هوندي-

جان ڪيٽس- بلبل جيان چهڪندڙ، جيڪڏهن اهو چاٽي ته سندس گيت انسان جي دل ۾ سدائين سونهن ۽ سندرتا سان محبت جو روح ڦوڪيندا رهندا ته چوي ها:

”منهنجي قبر تي لک:

”هتي ان شخص جون هڏيون آهن جنهن جو نالو آسمان تي پرندڙ پولن سان لکيو ويو آهي.“ ●

# شاعر جي زندگي

رات پنهنجو ديرو ڄمائي چڪي هئي ۽ برفباريءَ سڄي شهر کي اڇو لباس پهرائي ڇڏيو هو. سردي ايتري ته گهڻي هئي جو شهر جا رهاڪو، بازارن مان ڀڄي پنهنجي گهرن ۾ وڃي لڪا هئا. هوا ”شون شون“ ڪري رهي هئي، ڄڻ ڪا ڏکويل، قبرن جي وچ ۾ پنهنجي مٽ جي موت تي، جنهن کي شينهن جي چنبي، زندگيءَ جي لذتن کان محروم ڪري ڇڏيو هجي، سڏڪا ڀري رهي هجي.

شهر جي ڪنڊ وٽ هڪ ننڍو گهر هو، جنهن جا ٿنيا جهڪيل ۽ ڇت برف جي گهڻائيءَ سبب ايترو ته جهڪي ويئي هئي، ڄڻ اجهو ٿي ڪري. ان گهر جي هڪ ڪنڊ ۾، ڦاٽل ۽ پراڻي هنڌ تي، مرڻ جي ويجهو هڪ ماڻهو پيو هو، سندس نگاهون هڪ ٻرندڙ ڏيئي تي هيون، جنهن هر گهڙيءَ اونداهي تي غالب اچڻ ٿي چاهيو ۽ هر گهڙي ناڪام ٿي ٿيو.

هڪ نوجوان- جنهن کي خبر هئي ته هاڻي زندگيءَ جي ڇڪتاڻ مان ڇوٽڪاري جو وقت اچي ويو آهي. سندس پيلي منهن تي اميد جي روشني هئي ۽ خشڪ چپن تي مايوس مرڪ!

هڪ شاعر- جيڪو پنهنجي خوش مزاجيءَ سبب انساني دلين کي سرهائي بخشڻ آيو هو. امير ماڻهن جي بستيءَ ۾ بک کان تڙڦي تڙڦي جان ڏيئي رهيو هو.

هڪ شريف انسان- جيڪو زندگيءَ کي سندن ڪمن ڪرڻ لاءِ، ارپڻ لاءِ الاهي برڪتن جو نياپو کڻي آيو هو، هو پوين پساهن ۾ هو ۽ سواءِ ان ٻرندڙ ڏيئي جي وٽس ڪوبه نه هو- اهو ڏيئو

سندس اڪيلائپ جو ساٿي هو ۽ پيا اهي پريشان پنا، جن تي سندس نازڪ خيال لکيل هئا.

ان مرندڙ جوان پنهنجي سموري سگهه ڪي، جيڪا اجل جي هنج ۾ وڃڻ واري هئي، گڏ ڪيو. پنهنجا هٿ آسمان طرف ڪنيا، اڏ مئل اکين کي ڇنيبو، جڻ آسمان جو ڏيک ڏسڻ لاءِ پنهنجي جهوپڙيءَ جي ڇت ڦاڙڻ چاهيندو هجي.

هو چوڻ لڳو:

”اچ، اي حسين موت، هاءِ!! منهنجو روح تنهنجو ڳولائو آهي، منهنجي پرسان اچ ۽ مادي زنجيرون ڇني ڇڏ، آئون هن اڻکٽ سلسلي مان بيزار ٿي پيو آهيان.“

”اچ، اي مٺا موت!! ۽ مون کي انهن ماڻهن مان ڪڍي هل، جيڪي مون کي اوپرو سمجهن ٿا. فقط ان ڪري ته آئون جيڪو ڪجهه فرشتن کان ٻڌان ٿو، سو انساني زبان ۾ ادا ٿو ڪيان.“

”اچ! جلدي منهنجي ويجهو اچ! جو ته دنيا منهنجي خيال موجب اوپري آهي. ان ئي ته مون کي هڪ ڪنڊ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو آهي. فقط ان ڪري جو، آئون سندس جيان مال ۽ دولت جو پوڄاري نه آهيان ۽ نه ئي پاڻ هيٺين کي غلام بنائڻ ٿو چاهيان.“

”اچ! اي منهنجا من موهڻا! مون کي پاڻ سان گڏ وٺي هل. اچ ۽ مون کي پنهنجي پريم سان ٿڌار ڇاتيءَ سان اچي. منهنجن انهن چپن کي چمي ڏي، جيڪي هميشه پنهنجي امڙ جي پيار جي لاءِ سڪايل رهيا جن ڪڏهن به پنهنجي ڀيڻ جي ڳلن کي نه ڇهيو ۽ جن اڄ تائين پنهنجي پريمڪا جي ڳلن کي ناهي ڇهيو.

”اچ منهنجا پيارا موت! جلدي اچ ۽ مون کي اچي آجو ڪر!!

ان وقت مرندڙ جي هنڌ وٽ عورت جو پاڇو هو، غير مادي ۽ چرندڙ پاڇو! جنهنجي بت تي سفيد برف جهڙو لباس هو ۽ فردوسي ڳلن جو تاج.

پاڇو، سرڪيو ۽ هن جي ڳلي لڳي ويو. هن شاعر جي اکين کي ٻوٽي ڇڏيو ته جيئن هو روح جي اکين سان مشاهدو ڪري ۽ هن جي چپڙن کي محبت جي چمي ڏي- اها محبت جي چمي جنهن سندس چپن تي ابدي مرڪ جي ڇاپ ڇڏي.

هاڻي هن گهر ۾ مٽيءَ جي ڍڳ ۽ ڪاغذن جي ڍير کانسواءِ ڪجهه به نه هو، جيڪي اوندهه ۾ هيڏانهن هوڏانهن پکڙيا پيا هئا.

صديون گذري ويون ۽ هن شهر جا رهاڪو بي حسي، لاپرواهي ۽ سک جي ننڊ سمهندا رهيا. جڏهن ڪين جاڳ ٿي ۽ سندن اکيون صبح جي معرفت نور سان روشن ٿيو ته هنن "عام ميدان" ۾ ان شاعر جو مجسمو کڙو ڪيو ۽ هر سال سندس ورسي ملهائڻ لڳا. هاءِ! انسان جي ناداني ته ڏسو! ●

# زندگي ڇا آهي

مان منهن اونداهيءَ ۾ آڪاس سان سينو ساهيندڙ پهاڙ جي پاڙ وٽ، ماٿريءَ ۾ گهمي ڦري رهو هوس. چوڌاري چپ چاپ هئي، البت ڪڏهن ڪنهن جهنگلي پکيءَ جي لات اونداهيءَ جي لهرن تان ترندي اچي منهنجي ڪنن سان ٽڪرائي ٿي، ٿوري دير گذري- پيچ پني، پرپات پاڻ پسايو ۽ سياڳو صبح هوريان هوريان ڪر ڪڻڻ لڳو- پکي پکڻ، مرون ۽ پسو، پانت پانت جون لاتيون لنوڻ لڳا ۽ پهاڙن جي سيني تان وهندڙ ندي جي آبشار مان آلاپ اٿيا.

زندگي ڇا آهي؟

عيش عشرت؟

نه، زندگي ته، فقط مقصد ۽ ان جي اُمنگ جو نالو آهي-

موت ڇا آهي؟

فنا ۽ نابودي؟

نه، موت ته ڇڙو مقصد کان مايوسي ۽ نراسائي جو ٻيو نالو آهي.

فيلسوف ڪير آهي؟

جو فلسفي ڳالهيون ڪري؟

نه، بلڪ جو فلسفي جي لڪل رازن کي ڄاڻندو آهي.

وڏو ڪير آهي؟

جو وڏي عهدي تي هجي؟

نه، وڏائي ته ان لاءِ آهي؛ جو عهدي کي ٺڪرائيندو هجي.

شريف ڪير آهي؟

جنهنجو بخت بالا هجي؟

نہ، گهڻائي شريف قسمت جا ماريل هوندا آهن.

ڪريل ڪير آهي؟

جو قيد ۾ قابو هجي؟

نہ، هٿڪڙيون تہ ڪنهن وقت گلن جي هارن ڪان بہ وڌيڪ اُتم ۽ اعليٰ ٿينديون آهن.

جهنم ڇا آهي؟

عذابن جو گهر؟

نہ، جهنم تہ محبت کان خالي دل جو نالو آهي.

تونگر ڪير آهي؟

شاهوڪار ۽ مالدار؟

نہ، گهڻائي غريب دل جا غني هوندا آهن.

محتاج ڪير آهي؟

ضرورتمند؟

نہ، گهڻائي دنيادار مال جا محتاج ٿيندا آهن.

آزادي ڇا آهي؟

هڪ نعمت؟

نہ، آزادي تہ بهترين زندگي جو ٻيو نالو آهي.

غلامي ڇا آهي؟

هڪ لعنت؟

نہ، غلامي تہ هڪ بهترين زندگي جو ٻيو نالو آهي.

بلند ڪير آهي؟

جو بلنديءَ جون ڳالهيون ڪري؟

نہ، بلند تہ اهو آهي، جنهن ۾ نياز، نوڙت ۽ نهٺائي هجي.

بزدل ڪير آهي؟

جو ڊيڄو هجي؟

نہ، جو ڪريل زندگيءَ کي عزت واري موت تي ترجيح ڏيندو هجي.

بهادر ڪير آهي

جو طاقتور هجي؟

نه، جو شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگيءَ کي، گدڙ جي سئو سالن جي زندگي تي ترجيح ڏي.

گنهگار ڪير آهي؟

جو گناهه ڪري؟

نه، جو گناهه ڪري پشيماني ظاهر نه ڪري.

بدڪار ڪير آهي؟

جو برا ڪم ڪري؟

نه، بلڪ جو برائي جي تعليم ۽ ترغيب ڏي.

## اداري پاران خليل جبران جا ڇپرايل ڪتاب

1. بغاوت
2. پڳل ڪنيڙاٽيون
3. ڪنوار جي سيج
4. سودائـي
5. مرشد جو پيغام
6. موت ۽ زندگي
7. پيغامبر
8. غلامي
9. ڏوهاري
10. خليل جبران جي جيون ڪٿا